ڪت ڪڙهي، لوهه ٻري، ٽ و ڏ ا جت ڏ ڳڻ،
مٽرڪن مهڻ ڪييا، سانڊ اٿيون سڪن؛
اڄ پڻ آڳڙين؛ ميڙو آهي مڇ ڏي.
(شاه لطيف)

رشيد لاشاري مرحوم
جي ياد ۾

# سکر جهڙي سونهن





سوڌيندڙ ۽ سنواريندڙ
ميمڻ عبدالمجيد
ٻانهن ٻيلي
نواز علي بلوچ

سنڌي ادبي سوسائٽي، اسلاميه ڪاليج سکر - سنڌ





# سوره سنڌي ادب




## صاحب خان ـسورهـ ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

ڪٿ ڪڙهي، لوهه ٻري، ڏ و ڏ ا جت ڏ ڳڻ،
مترڪن مٿهن ڪڍيا، ساند اڻيون سڪن؛
اڄ ٻڻ آڳڙين ۾ ميڙو آهي مڇ ٿي.
(شاه لطيف)

رشيد لاشاري مرحوم
جي ياد ۾

# سڪر جهڙي سونهن




سوڌيندڙ ۽ سنواريندڙ
پروفيسر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي
ڀاڱو پهريون
پروفيسر نواز علي بلوچ





قيمت ٥٠-١ روپيه

مارچ ١٩٧١ع

سنڌي ادبي سوسائٽي، اسلاميه ڪاليج سکر - سنڌ

# ذڪيڙ


| نمبر | مضمون | مصنف | صفحو |
| --- | --- | --- | --- |
| | اسانجي اڳياڙي | پروفيسر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي | ٣ |
| | **سر زمين سکر** | | |
| ١- | سکرجي تاريخي ۽ علمي حيثيت | پروفيسر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي | ٥ |
| ٢- | سرزمين سکر- علم جو مرڪز | عبدالمجيد قريشي | ٣٨ |
| ٣- | لاکين جو دڙو | شبير حسين ڪوسو | ٤١ |
| | **ذکر و فکر** | | |
| ١- | سر مارئيءَ جو مطالعو | پروفيسر نواز علي بلوچ | ٢٥ |
| ٢- | سچل سرمست | قاضي علي اڪبر درازي | ٣١ |
| ٣- | ادبي جلسو- خواتين لاءِ | رضيه سانگي | ٥٣ |
| | **رشيد احمد لاشاري جي ياد ۾** | | |
| ١- | رشيد احمد لاشاري "رشيد" | نياز محمد پنو | ٥٩ |
| ٢- | رشيد احمد لاشاري مرحوم | ميمڻ عبدالغفور سنڌي | ٦١ |
| ٣- | مري ٿيا نه مات | پروفيسر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي | ٦٥ |
| ٤- | جنهن کي ماريو نه موت | شيخ عبدالرزاق "راز" | ٦٩ |
| ٥- | رشيداحمدلاشاري - منهنجواستاد | نور شاهين | ٧٢ |
| ٦- | رشيد لاشاري جي لاڏائي تي(شعر) | عبدالله اثر، احمد خان آصف، نوازعلي شوق | ٦٤ |
| | **ڪهاڻيون ۽ تاثر** | | |
| ١- | ماءَتا جي تلاش (تاثر) | مس حسن بانو ميمڻ | ٣٤ |
| ٢- | عيدو (ڪهاڻي) | لالائي عبدالقيوم "سليم" | ٤٣ |
| ٣- | قـــرباني (ڪهاڻي) | مس عائشه "ناز" لالائي | ٤٧ |
| ٤- | سماج (طنز و مزاح) | فضل قادر قلباڻي | ٥٠ |
| | **شعر و سخن** | | |
| ١- | هي شهر اسانجو شهر نه آهه(نظم) | عبدالحميد شهيد | ٥٦ |
| ٢- | ڪافي | رشيد احمدلاشاري مرحوم- شيخ نوراالله(آزاد) | ٥٧ |
| ٣- | گيت | نوازعلي شوق | ٥٧ |
| ٤- | غزل | مس شمشاد مرزا انجم | ٥٨ |

# اسان جي اڳڀاڙي

اها هڪ اٽل حقيقت آهي، ته ٻوليءَ ۽ انجي ڳالهائيندڙن جي سڀاءَ ۾ مطابقت هوندي آهي. جيڪڏهن ماڻهو مٺڙا ۽ سڀاجها هوندا، ته انهن جي ٻولي به ٻاجهاري ۽ مٺڙي هوندي. پر جيڪڏهن ماڻهو ڪهرا ۽ سخت هوندا، ته انهنجي ٻولي به اهڙي ۽ بي ڍولي هوندي. سنڌ جا ماڻهو سدا ماٺا، سڀاجها ۽ سلڇڻا، مٺڙا ۽ ماٺيڻا، مهاندا ۽ ملوڪ، اٽل ۽ اڏول، سگهارا ۽ سام جهليندڙ، مهمان نواز ۽ غيرتمند آهن. هو تڏي آئي کي خون به بخشيو ڇڏين، ته وس پڄندي ڪنهن تي ايچپو ڪندي ويرم ئي ڪانه ڪن. دور ديس کان درپيش آيل کي جيءَ ۾ جايون ڏين، پر پنهنجي پَٽَ سان ساه پيار رکن، ۽ وڏڙن جون وٿون وسارڻ کي وڏو ويڄ سمجهن:

"ور لوئيءَ جي لون، ڏاڏاڻن ڏيام، جي" (شاه)

---

"اي نه مارن ريت، جو سيڻ مٽائن سون تي" (شاه)

اهوئي سبب آهي جو هنن هر دور ۾ پنهنجي ثقافت ۽ سڀاءَ کي صحيح ۽ سالم رکيو آهي. وقت بوقت پرڏيهي پيهي آيا، پر پنهنجي اڳوڻي پَرَ ڇڏي، ويچا وساري، سنڌ جي سڀاجهي، پر واري سڀاءَ ۾ سمائجي ويا ۽ سنڌن اڳوڻي ثقافت ۽ مزاج مٽجي ۽ ميسارجي ويئي. يعني سنڌي سگهه ثقافت هر حال ۾ اٽل ۽ اڏول رهي. جيتوڻيڪ هن آيلن جو هلڪو اثر قبول ڪيو، پر ان ۾ ڪو بنيادي فرق ڪونه آيو. موهن جي دڙي مان نڪتل اهڃاڻن کي جاچي ڏسو ۽ سنڌ جي موجوده ڳوٺاڻي رهڻي ڪهڻي غور سان ڏسو، اوهان کي تمام گهڻي هڪ جهڙائي نظر ايندي. اهائي ڏاند گاڏي، اهي ئي نڪر جا ٿانوَ، اهوئي اجرڪ، اهي ئي نيرا ڪپڙا، سنڌ جا ماڻهو اڳ به استعمال ڪندا هئا، ته هينئر به انهن شين سان سنڌن انس آهي.

سنڌ جي ماڻهن جيان سنڌي ٻوليءَ جو سڀاءُ به ساڳيو آهي. جهڙا آهن ماڻهو مٺڙا، تهڙي آهي ٻولي مٺاج واري، سريلي ۽ رسيلي. سنڌي ٻوليءَ جي سادگيءَ ۾ سونهن آهي. سندس لفظ سادا، پر رس ۽ رچاءَ وارا آهن. هن ۾ هڪ فطري رواني، ترنم ۽ تڪ بندي آهي. سوز ۽ ساز، پيار ۽ پاٻوهه، سڪ ۽ ڇڪ سندس سڀاءَ جا ازلي اصول آهن. مهراڻ وانگر ڪڏهن ماٺيڻي ۽ گهري آهي، ته ڪڏهن وري منجهس معنيٰ جون موجون، ماڻڪ ۽ موتي پيون پڌرا ڪن، ۽ ڪڏهن وري ان جون اٿلون پري پري تائين جهر جهنگ پنهنجي اثر ۾ آڻيو ڇڏين. مڇر وانگر منجهس ايڏي ته وسعت آهي جو لسانيات جو ماهر دنگ رهجيو وڃي. نه ڪنهن ٻيءَ ٻوليءَ ۾ هن ٻوليءَ جيترا آواز ۽ اچار آهن، ۽ نه ڪنهن ٻوليءَ ۾ عام رهڻي ڪهڻي بابت ايترا اڪيچار الفاظ آهن. هن وٽ رکائي بخل ۽ نفرت به ڪانهي. وقت بوقت ٻين ٻولين جي سلوڻن

۽ ساک وارن لفظن جي آڇ کي قبول ڪري، پنهنجي سِياءَ ۾ سمهڻي پنهنجو بڻايو ڇڏي.

هن سانتيڪي سِياءَ واري ٻوليءَ هر دور ۾ ڌارين ٻولين جا ڌڪ ڌڪا آهن، پر هن ۾ سادگيءَ جي با وجود ايڏي ته ڪا پختگي آهي، جو هماليہ کي به حيران ڪيو ڇڏي. مجال جو منجهس ڪو لوڏو اچي. هر حملي ۽ يلغار سان منهن ڏيو، پنهنجي انوکي سِياءَ ۽ سٽا کي هر حال ۾ قائم رکيو اچي. مختلف دورن ۾ سنڌي زبان جا جيڪي نمونا مليا آهن، انهن جو لسانياتي تجزيو ڪيو ويندو، ته معلوم ٿيندو، ته ڪن ڪسابن ۾ سنڌي زبان جي بنيادي سٽا ۾ ڪو فرق نہ آيو آهي. انهيءَ ڪري اسان يقين سان چئي سگهون ٿا، ته سنڌي زبان جي بنيادي سٽا پنجن هزارن سالن کان اهائي آهي، جيڪا اڄ اسانجي آڏو آهي. البتہ لفظن جي مٽاسٽا ٿي آهي، ۽ انهن جي ڪيفيت ۽ حالت ۾ ڪجهہ قدر بدلي آهي.

اهڙي سوڀيا وارن ۽ گڻائتي ٻوليءَ کي جيءَ ۾ جاءِ ڏين، انجي اهميت ۽ فضيلت جي مد نظر انجا حق مڃڻ ۽ مڃائڻ، ۽ انجي ادب جي واڌ ۽ ويجهہ ۾ وک وڌائڻ اسانجو اخلاقي قومي ۽ ذاتي فرض آهي. سنڌ جي صوبائي بحاليءَ کان پوءِ اسانجا فرض ۽ جوابداريون اجا بہ وڌي ويئون آهن. اچو تہ سڀ گڏجي پنهنجي پياري ماءُ جي طرفان مليل ماڻتا ۽ سڪ جي سوکڙيءَ جي سار لهون، ان جي سونهن ۽ سوڀيا ۾ واڌارو ڪيون، انجا حق مڃارايون، انجي ترقيءَ ۽ ترويج ۾ ڪوشش وٺون، انجو ادب پڙهون ۽ ان ۾ صحتمند واڌارو ڪيون.

**لاهوتي لڏي ويا:** ويڇڙائيءَ ۾ سنڌيءَ زبان جا ٻہ بلندپايہ اديب: رشيد احمد لاشاري ۽ محمدبخش بلوچ "مجنون" اسان کان هميشہ لاءِ وڇڙي ويا آهن، انهن جو اسانجي ڪاليج جي سنڌي ادبي سوسائٽيءَ سان گهرو تعلق هو. هو اسانجي ادبي ڪارگذارين ۽ پروگرامن ۾ دلچسپي وٺندا هئا. رشيد لاشاري مرحوم تہ وقت بہ وقت اسانجي ادبي جلسن ۽ مشاعرن ۾ شريڪ ٿيندو هو. هو هر حال ۾ سنڌيءَ سڌ ڏيئي، اچي پهچندو هو. رشيد لاشاري مرحوم بلند پايہ اديب نقاد ۽ شاعر هو. سنڌي ادب جي تاريخ ۾ سندس خدمتون سونهري اکرن ۾ لکڻ لائق آهن. محمد بخش بلوچ مرحوم هڪ صاحبِ طرز اديب هو. اسلوب بيان جي لحاظ کان سندس تصنيف "مسڪين جهانخان کوسو" سنڌي ادب ۾ هڪ منفرد حيثيت رکي ٿي. اسان ٻنهي جي وفات تي انتهائي ڏک ۽ رنج جو اظهار ڪريون ٿا.

هي مخزن در اصل گذريل سال جي آهي، جيڪا ڪن مجبورين سبب دير سان پيش ڪئي پيئي وڃي. اسانجون ادبي ڪوششون ۽ ڪارگذاريون اوهان آڏو آهن.

پليءَ پايو سچ، آڇيندي لڄ مران (شاه)

ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

پروفيسر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

# سکر جي تاريخي ۽ علمي حيثيت

## تاريخي پس منظر

سکر جي سر زمين قديم زماني کان آباد رهندي پيئي اچي. سنڌو درياهه به تمام قديم زماني کان سکر شهر جي پرسان انهيءَ هنڌ تان وهندو رهي ٿو، جتان هينئر وهي رهيو آهي. اهو نظريو بلڪل غلط ثابت ٿي چڪو آهي، ته سنڌو درياهه راجا دلوراءِ جي زماني ۾ رخ ڦيرائي موجوده وهڪرو اختيار ڪري، سکر جي پرسان وهڻ لڳو. آثار قديمه جي کوجنا مان معلوم ٿيو آهي، ته سکر واري سر زمين پٿر واري زماني ۾ به انسانن جي رهائشگاهه هئي. هتان درياهه جي تري مان ۽ ٽڪرين مان پٿر جي دور جون شيون هٿ آيون آهن. انهن کي ڏسي آثار قديمه جي ماهر ”ليفٽيننٽ ٽيوملو“ اندازو لڳايو آهي، ته هي سر زمين پٿر واري دور ۾ به آباد هئي ۽ اتي هڪ وڏو وسندڙ شهر آباد هو. آثار قديمه جي ٻي ماهر ”ڊاڪٽر بلئمفورڊ“ جو خيال آهي، ته اتان لڌل شيون هندستان ۾ ٻين هنڌن تان اهڙي قسم جي لڌل شين کان وڌيڪ خوبصورت آهن، ۽ ميڪسيڪو جي قديم تهذيب سان مشابهت رکن ٿيون. زماني جي ڦيرين ڦارين سبب هن سر زمين جي پسگردائيءَ ۾ مختلف وقتن تي جدا جدا شهر آباد ٿي ٿيا آهن، ۽ انهن کي انهن زمانن ۾ مرڪزي حيثيت حاصل ٿي رهي آهي.

**اروڙ:-** اروڙ شهر جا آثار موجوده سکر شهر کان اٺن ميلن جي پنڌ تي آهن. هي شهر قديم زماني ۾ سنڌ جي گادي جو هنڌ هو. ان زماني ۾ ملتان، صوبه سرحد جو علائقو، بلوچستان جو ڪڇي علائقو، لس ٻيلو، مڪران ۽ گجرات جا حصا به سنڌ جي حدن ۾ هئا. عربن پنهنجن ڪتابن ۾ هنکي ”وور“، ”الرور“، ”الور“، ”الروز“، ”ذر“، ”الرد“، ”الدئر“، جي جدا جدا نالن سان سڏيو آهي. اهي سمورا نالا لفظ ”اروڙ“ جون بگڙيل بناوتون آهن، جنهن نالي سان اڄ تائين ڦٽل دڙا ۽ ان سان لاڳيتو ڳوٺ سڏجن ٿا. يونانين هن شهر جو ”موسيڪانوس“ نالو ڄاڻايو آهي. چيني سياح هيوئن ٽسانگ ”پيشان پوپولو“ ۽ جنرل اليگزينڊر ڪننگهام ”رور پورا“ (رورا نگر) نالا لکن ٿا. اروڙ تمام شاهوڪار شهر هو، ۽ ان جي چوڌاري نهرون باغ ۽ چراگاهه هئا. علم ۽ هنر، صنعت ۽ تجارت جو مرڪز هو، ۽ ايشيا جو ناميارو بندر هو.

هن شهر جي ڀرسان سنڌو درياه نه پر هاڪڙو درياه وهندو هو، جيڪو الڳ درياه هو. جيئن ته هي شهر اناج جي وڏي منڊي هو، انهيءَ ڪري ئي هن تي ”اروڙ“ نالو پيو ٿو ڀانئجي، ڇاڪاڻ جو ”اروڙ“ جي لفظي معنيٰ آهي ”ان ڪٽي اچي ڪوڙ ڪرڻ“. حضرت سچل سرمست اهو لفظ انهيءَ معنيٰ ۾ آندو آهي:

”ناپي ۽ ڏٽ ڏپ جا آئيو ڪن اروڙ“ .

عام طرح چئبو آهي: ”اروڙيون ٿي ويئون“ يعني: ”گنج ٿي ويا.“ هن جي قدامت بابت چچ نامي مان واضح اهڃاڻ ملي ٿو. ان ۾ آيو آهي ته جڏهن سنه۹۳هه (۷۱۱ع) ۾ جمعي ڏينهن فتح ڪان پوءِ محمد بن قاسم قلعي ۾ داخل ٿيو، ته شهر گهمندي وڏي مندر وٽ آيو. مندر ۾ سنگ مرمر جي مورتي گهوڙي تي چڙهيل ڏٺائين، جنهن ۾ جواهرن جڙيل ڪنگڻ پيا هئا. تحقيق ثابت ڪيو آهي، ته سنڌ ۽ هند ۾ مندرن جي مورتين جي ٻانهن ۾ ڪنگڻ يا واليون، انهن جي قدامت جي نشاني هيون. ابن خلقان جي بيان مان معلوم ٿئي ٿو، ته هڪ هزار ورهن ڪان پوءِ مورتيءَ کي هڪ والي يا ڪنگڻ پارايو ويندو هو. ان مان اروڙ جي قدامت ثابت آهي.

**بکر** :- سکر ۽ روهڙيءَ جي وچ تي بکر هڪ ٻيٽ آهي. مؤرخ بلاذري ”الرور“ ۽ ”بغرور“ جا نالا گڏ آندا آهن. چچ نامه ۾ ”بغرور“ يا ”اغرور“ ڄاڻايل آهي، ۽ ڏيکاريل آهي، ته اهو قلعو اروڙ جي حد اندر هو. محققن جو خيال آهي ته ”بغرور“، بکر جي بگڙيل بناوت آهي. اهو خيال صحيح معلوم ٿئي ٿو، ڇاڪاڻ جو قديم زماني ڪان سنڌو درياه اتان ئي وهندو هو، جتان هينئر وهي رهيو آهي، ۽ بکر جو ٻيٽ به انهن ڏينهن ڪان موجود آهي. اروڙ جي ناموريءَ جي ڪري بکر جي حيثيت لڪل هئي، پر جڏهن اروڙ ويران ٿي ويو، ته بکر ابري مٿي آيو. سنه ۵۵۵هه (۱۱۶۰ع) ۾ غزنوي گهرائي جي ڏينهن ۾ بکر جي قلعي جي مرمت ٿي. سمن جي ڏينهن ۾ بکر اتر سنڌ جو مرڪزي شهر هو. ستين صدي هجريءَ ۾ بکر تي دهلي حڪومت جو قبضو ٿي ويو، ۽ ناصرالدين قباچ بکر ۽ ملتان جو گورنر مقرر ٿي رهيو. ايلتمش جي ڏينهن ۾ قباچه بغاوت ڪئي، جنهن ڪري کيس زير ڪرڻ لاءِ نظام الملڪ کي موڪليو ويو. قباچه اچ مان شڪست کائي بکر ڏانهن ڀڳو، ۽ بکر جي قلعي وٽ درياه ۾ ٻڏي مئو. ان ڪان پوءِ بکر تي وري سمن جو قبضو ٿي ويو. سنه ۹۲۸هه (۱۵۲۱ع) ۾ ارغونن سنڌ فتح ڪئي. شاهه حسن ارغون اچ جو قلعو ۽ جايون ڊهرائي، ٻيڙين تي سامان آڻائي، بکر

جي قلعي جي نئين سر مرمت ڪرائي. همايون جڏهن شير شاه سوري کان شڪست کائي
پنجاب کان ٿيندو سنڌ ۾ آيو ته ڪجهه وقت بکر لڳ "ٻيرلوءِ" جي باغن ۾ ڇانوڻي هڻي ويٺو.
ارغونن کان پوءِ بکر وارو حصو محمود بکريءَ کي هٿ آيو. سندس آخري ڏينهن ۾ اڪبري
دربار جي اميرن "مجاهد خان" ۽ "محب علي خان" کيس ڏاڍو تنگ ڪيو، جنهن تي هن
اڪبر کي سمورو احوال لکي موڪليو. ان تي اڪبر بادشاه "عيسو خان" کي بکر جو گورنر
مقرر ڪري موڪليو پر ان جي پهچڻ کان اڳ ۲۰ صفر ۹۸۲ هه (۱۵۷۴ع) تي هن وفات ڪئي.
ان کان پوءِ مرڪزي حڪومت طرفان بکر، سيوهڻ ۽ ٺٽي تي ڌار ڌار گورنر مقرر ٿي ايندا
رهيا. دارا ۽ اورنگ زيب جي جڏهن لڙائي لڳي، ته دارا شڪست کائي ۱۶۸۵ع ۾ بکر
جي قلعي ۾ پهتو، جتان پوءِ کيس گرفتار ڪيو ويو. ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ نادرشاه سنڌ تي
ڪاهي آيو. هن ۱۱۵۲ هه (۱۳۷۹ع) ۾ بکر جي قلعي کي ڊهرائي، انکي ٻيهر تعمير ڪرايو.
نادر شاه کانپوءِ احمد شاه ابداليءَ بکر تي قبضو ڪيو. کانئس پوءِ سندس پٽ "تيمور شاه"
"نواب غلام صديق" کي بکر جو صوبيدار ڪري موڪليو. انهن ڏينهن ۾، ۱۱۹۲ هه
(۱۷۷۸ع) ۾ نئين طرح بکر جي قلعي جي مرمت ٿي.

ٽالپورن جي زماني ۾ سکر پراڻي لڳ ڪرڙيءَ جي ميدان تي ٽالپورن ۽ افغانن جي لشڪر
جي وچ ۾ زبردست لڙائي لڳي. خليفي نبي بخش ان لڙائيءَ بابت ڪيڏارو لکيو آهي، جنهن ۾
سنڌ جي سورمن کي ساراهيو اٿس. آخر بکر تي ٽالپورن جو قبضو ٿي ويو. افغان ويڙهه وقت انگريزن
بکر جو قلعو عارضي طور مير سهراب خان کان ورتو، پر پوءِ سمورو علائقو زوري کسي ورتو.

**سکر:-** چيو وڃي ٿو، ته سکر ۽ بکر ٻن مهاڻن جا نالا هئا، جن جي نالن پٺيان اهي
وستيون آباد هيون. قديم زماني ۾ سکر ۽ بکر جي پسگردائي ۾ ميد ۽ جت رهندا هئا، جن جون
پاڻ ۾ لڙائيون ٿينديون رهنديون هيون. آخر ۾ ٻنهي ڌرين پاڻ ۾ صلح ڪيو ۽ امن جي زندگي
گذارڻ لڳا. عربن جي حڪومت قائم ٿيڻ کانپوءِ ميدن، عربن جي اطاعت قبول ڪئي. خليفي
المعتصم عباسيءَ جي ڏينهن ۾، جڏهن عمران بن موسيٰ برمڪي منصوره جو حاڪم هو،
تڏهن سنه ۲۲۱ هه (۸۳۵ع) ۾ ميدن منصوره جي حڪومت خلاف بغاوت ڪئي. ميدن ۽ عمران
جي وچ ۾ وڏي خونريز جنگ لڳي، جنهن ۾ ۳ هزار ميد قيد ڪيا ويا، جن کان عمران سکر
شهر کي پٽرن جو بند ٻڌايو ۽ ان کي "سڪت‌الميد" سڏيو. ڪن محققن جو خيال آهي، ته
"سڪت‌الميد" بگڙجي سکر ٿيو آهي. پر هڪ ته، سنڌي زبان جي مزاج موجب اها ڳالهه درست
معلوم نه ٿي ٿئي، ٻيو ته سکر شهرتي اهو نالو اڳ ۾ ئي هو.

ڪن صاحبن وري سکر جو بنياد "سقر=دوزخ"، "ساگر=درياه"، "سکر=شاهوڪار" "شڪر=کنڊ يا مٺو" ۽ "ڪر" ڄاڻايو آهي. اهي سڀئي قياس آرايون آهن. وڌيڪ وزندار ڳالهه اها معلوم ٿئي ٿي ته سکر ۽ بکر ٻن مهاڻن جا نالا هئا، جن اهي وستيون آباد ڪيون.

بکر قلعي هڪ جي ڪري فوجي ڇانوڻي هوندو هو، جنهنڪري وقت جا گورنر بکر ۾ رهندا هئا. علائقي جو نالو به بکر هو. سکر انهن ڏينهن ۾ فقط پراڻي سکر تائين محدود هو ۽ سکر جي نالي سان سڏيو ويندو هو، پر دفتري ڪارروائين ۾ بکر توڙي سکر جي ماڻهن کي بکري ڪري لکيو ويندو هو. اهوئي سبب آهي جو مير معصوم شاهه، مير عبدالباقي پوراني، ميان آدم شاهه ڪلهوڙي وغيره کي تاريخن ۾ بکري ڪري لکيو ويو آهي. عوام ۾ بکر جي پيٽ ۽ قلعي کي بکر پراڻي کي سکر ڪري سڏيو ويندو هو.

نئين سکر جو بنياد انگريزن جي ڏينهن ۾ پيو. ان کان اڳ پراڻي سکر ۽ نئين سکر جي رستي تي معصوم شاهه جو منارو ۽ هشت پهلو گنبذ ۽ مسجد منزل گاهه جهڙيون عمارتون هيون. باقي درياهه جي ڪپ تي ٻنيون ۽ ڪجين جا باغ هئا، جيئن اڄ درياهه جي اڀرندي ڪپ جو نظارو آهي.

پهريئين افغان ويڙهه جي زماني ۾ ۱۸۳۸ع ۾ انگريزن جي لشڪر کي هتان لنگهڻو هو. انهيءَ ڪري رستي کي صاف رکڻ لاءِ اليگزينڊر برنس مير رستم خان کان بکر جو قلعو فوجي مدد لاءِ ورتو. انهيءَ زماني ۾ روهڙي ۽ سکر پراڻي جي هندو مناري هٽن (جتي هينئر صرافڪي بزار آهي) فوج لاءِ ڇپر هٽن کي دوڪان کوليا، جنهنڪري اها ڇپري بزار سڏجڻ ۾ آئي. اهڙي طرح ۱۸۳۸ع ۾ نئين سکر جو بنياد پيو ۽ "ڇپري بندر" سڏجڻ ۾ آيو. اڳتي هلي "نئون سکر" مشهور ٿي ويو. انهن ڏينهن ۾ فوج جي رهائش لاءِ انگريزن سکر جي ٽڪرين تي فوجي بارڪون ۽ ڪجهه بنگلا به ٺهرايا، جن جا آثار اڄ تائين موجود آهن. سرچارلس نيپئر به انهن بارڪن کي ڇانوڻي لاءِ گهاگهرا پلٽن وهاري هئي، پر پوءِ ڪني پاڻيءَ جي دٻي جي ڦهڙن سبب ۵۰۰ سولجر مري ويا، جنهنڪري ڇانوڻي بند ڪئي ويئي.

افغان ويڙهه جو سلسلو ۱۸۴۲ع تائين جاري رهيو. ان زماني ۾ بکر ملٽري سامان جو ورڪشاپ هو، ۽ "ڇپري بندر" واپار ۾ ترقي ڪندو ويو. فوج کي مال پهچائڻ لاءِ پارسين، ميمڻ ۽ هندو ٺيڪيدارن جايون جوڙايون. اهڙي طرح نئون سکر ترقي ڪندو ويو. ۱۸۴۳ع ۾ انگريزن سنڌ فتح ڪئي. ان کان پوءِ پنجاب جو مال "انڊين فلوٽيلا" جهازران ڪمپني جي

وسيلي ڪراچيءَ پهچندو هو. سکر ۾ ٻه ڪمپنيءَ جو دفتر قائم ڪيو ويو هو. جهازن جي اچ
وڃ سبب سکر شهر واپار جو مرڪز بڻجي ويو. اڄ به سکر واپار جو عظيم مرڪز آهي ۽
پنجاب ۽ سنڌ جو واپار هن شهر جي معرفت هلي ٿو.

سنڌ فتح ڪرڻ ڪانپوءِ سنڌ جا ٽي ضلعا بڻايا ويا: ڪراچي، حيدرآباد ۽ شڪارپور.
جڏهن سکر شهر تيزيءَ سان ترقي ڪرڻ لڳو ته ۱۸۸۲ع ۾ شڪارپور بدران سکر کي ضلعو
بڻايو ويو ۽ ”ڇپري بندر“ سکر سڏجڻ ۾ آيو. ان ڪانپوءِ اڄ تائين سکر کي اتر سنڌ ۾
هرلحاظ کان مرڪزي حيثيت حاصل آهي.

**تاريخي جايون:-** سکر ۾ مغلن جي زماني جون تاريخيعمارتون اڄ به موجود آهن.
سکر جي سونهن ۽ سينگار ۽ سنڌ جي عظمت جو نشان معصوم شاه جو منارو آهي، جنهن جي
تعمير جو بنياد اڪبري دربار جي امير ۽ اهلڪار مير سيد معصوم بکري ۱۰۰۳ هه (۱۵۹۴ع)
۾ وڌو. تعمير جو ڪم مير معصوم جي پٽ (مير بزرگ) جي ڏينهن ۾ ۱۰۲۶ هه (۱۶۱۷ع) ۾
مڪمل ٿيو. منارو پيڙه وٽ ۸۴ فوٽ گولائي ۾ آهي. سندس ڊيگهه ۸۴ فوٽ آهي، ۽ مناري
کي ڏاڪا به ۸۴ آهن. مير معصوم کي عمارتسازيءَ جو ڏاڍو شوق هوندو هو. مناري کان
سواءِ هن مناري لڳ نون فوٽن تي هشت پهلو گنبذ نموني آرام گاه يا فيض محل نالي جاءِ
جوڙائي، روهڙيءَ ۾ عيد گاه ٺهرايو، مسجد منزل گاه جون عمارتون اڏايون ۽ مسافرن لاءِ
هشت پهلو گنبذ ٺهرايو، جيڪو هينئر الصحرا هوٽل جي سامهون آهي ۽ ان تي عام ماڻهن
جو قبضو آهي.

سکرجي سامهون درياه جي ٻئي ڪپ تي روهڙيءَ لڳ ”ستين جو ٿان“ آهي. ڪن جو
چوڻ آهي، ته ان هنڌ تي ست هندو عورتون ستيون ٿيون هيون. وڌيڪ صحيح روايت اها
آهي، ته اتي ڪنهن زماني ۾ ست درويش آستانو اڏي رهندا هئا. انهيءَ پر فضا ٽڪريءَ تي
جيڪا موجوده اڏاوت ڏسڻ ۾ اچي ٿي، اها مغل گورنر مير ابوالقاسم نمڪين جوڙائي مٿس
”صفهٔ صفا“ نالو رکيو. هو انهيءَ پر فضا مقام تي اونهاري جي راتين ۾ ڪچهريون ڪندو
هو. سندس وفات ۱۰۵۷ هه (۱۶۴۷ع) ۾ ٿي. هن ٽلهي جي مٿان جيڪي قبرون آهن، اهي
مير ابوالقاسم نمڪين ۽ سندس اولاد جون آهن.

بکر ٻيٽ جي اوڀر ۾ هڪ ننڍو ٻيٽ آهي، جنهن کي زنده پير چيو ويندو آهي. ان ٻيٽ
تي ۱۰۱۱ هه (۱۶۰۲ع) ۾ بکر جي نواب سعد خان مسجد تعمير ڪرائي. سنڌو درياه جي

ڪناري تي روهڙيءَ ۾ وار مبارڪ جي روضي جي پرسان جامع مسجد آهي، جيڪا اڪبر
اڪبر جي زماني ۾ بکر جي گورنر فتح خان ۹۹۲هه (۱۵۴۵ع) ۾ تعمير ڪرائي. هينئر ان
جي تمام زبون حالت آهي. جامع مسجد جي پرسان وار مبارڪ جو روضو آهي، جيڪو ڇيو وڃي
ٿو، تہ نادر شاه ٺهرايو. روهڙيءَ ۾ پيون بہ ڪيتريون ئي قديم مسجدون آهن. بکر جي اولهہ
۾ "ساڌ بيلو" نالي ٽيون پيٽ آهي، جيڪو هندن جو پوترآستان آهي. انهيءَ پيٽ تي ۱۸۰۳ع
۾ سوامي وٽکنڊي صاحب روهڙيءَ مان اچي ديرو دمايو، ۽ پوءِ ان کي هندن جي تيرٿ جي
حيثيت ملي ويئي.

**علم جو مرڪز:-** اروڙ، بکر، سکر ۽ روهڙي علم جا مرڪز رهيا آهن. محمد بن قاسم
کان پوءِ ڪي عرب خاندان اروڙ ۾ رهي پيا، جن علم جي شمع روشن ڪئي. ناصرالدين قباچہ
جي زماني تائين انهن عرب نسل جي عالمن جا پونير اروڙ ۽ بکر ۾ رهيا ٿي. ان زماني ۾
علي بن حامد بن ابوبڪر ڪوفيءَ کي اروڙ جي هڪ عربي نسل جي بزرگ قاضي اسماعيل
بن علي بن محمد طائي وٽان عربي ۾ لکيل سنڌ جي تاريخ "منهاج المسالڪ" هٿ آئي. قاضي
صاحب اروڙ جي قاضي موسيٰ بن يعقوب جو پڙ پوٽو هو، جيڪو محمد بن قاسم سان گڏ سنڌ
۾ آيو هو. اها تاريخ علي بن ڪوفيءَ اچ ۾ ويهي سنہ ۶۱۳هه (۱۲۱۶ع) ۾ فارسيءَ ۾ ترجمو
ڪئي، ۽ مٿس نالو رکيائين: "فتح نامہ عرف چچ نامہ" اصل عربي ڪتاب گم ٿي ويو، هينئر
فارسي ترجمو موجود آهي. اهڙيءَ طرح سنڌ جي پهرين تاريخ "اروڙ" ۾ ويهي لکي ويئي.
سنڌ جي ٻي مستند تاريخ بہ بکر جي مير معصوم بکريءَ لکي، جيڪا "تاريخ معصومي" جي
نالي سان مشهورآهي. سنڌ جي هڪ ٻي تاريخ "لب تاريخ سنڌ" انگريزن جي شروعاتي دور
۾ سکر جي خداداد خان لکي.

روهڙيءَ جي رضوي سيدن جو وڏو ڏاڏو سيد محمد مڪي، ايلتمش جي ڏينهن ۾ ستين
صدي هجري (۱۳ صدي عيسوي) ۾ مشهد کان بکر پهتو. سندس مزار سکر ۾ ڊپٽي ڪمشنر
جي بنگلي جي هيٺان آهي. سندس فرزند شاه صدرالدين جي مزار بکر ۾ آهي. سندس اولاد
مان ڪيترائي عالم ۽ بزرگ ٿي گذريا آهن، جن جون روهڙيءَ ۾ مزارون آهن. بکر ۾ پيو
مقبرو شيخ نوح بکريءَ جو آهي، جيڪو سهروردي سلسلي جي باني شيخ شهاب الدين عمر
سهرورديءَ جو خليفو هو، ۽ ستين صدي هجريءَ ۾ ٿي گذريو آهي. سيد صفا الترمذي، قنڌار
کان بکر آيو، ۽ سلطان محمود جي ڏينهن ۾ بکر جو شيخ الاسلام ٿي رهيو. مير محمد معصوم
بکري سندس فرزند هو. قاضي قاضن جو وڏو ڏاڏو قاضي ابوالخير بہ بکر ۾ رهندو هو. خود قاضي

قاضي ۾ شاه حسن ارغون جي ڏينهن ۾ ۲۰ سال بکر جو قاضي ٿي رهيو. سکر ۽ روهڙي جي موسوي سيدن جو وڏو ڏاڏو ميرڪ بايزيد (وفات ۹۶۲هه) قندار کان سنڌ ۾ آيو ۽ شاه بيگ جي ڏينهن ۾ بکر جو شيخ الاسلام ٿيو. سندس فرزند ميرڪ عبدالباقي پوراني وڏو عالم ۽ فاضل ٿي گذريو آهي. سندس مقبرو نئين ۽ پراڻي سکر جي وچ تي آهي. هن بزرگ سکر ۾ عاليشان مدرسي جو بنياد وڌو. سکر پراڻي ۾ حضرت شاه خيرالدين جو مقبرو مشهور زيارتگاه آهي. هي بزرگ سيدعبدالقادرجيلاني جي اولاد مان هو، ۽ سنڌ ۾ اچي مخدوم نوح جو مريد ٿيو. ۲۷ رمضان ۱۰۲۷هه (۱۶۱۷ع) تي وفات ڪيائين.

بکر جا پيا به ڪيترائي عالم ۽ بزرگ مشهور ٿيا، جهڙوڪ: امير شاه قاسم، مير ابوالڪارم، مير غياث الدين، ملا اسحاق بکري، مولانا يارمحمد، مولانا عالم بکري، شاه قطب الدين، سيد ناصرالدين، قاضي جلال الدين وغيره. اهو علم جو چرچو انگريزن جي شروعاتي دور تائين قائم رهيو. انگريزن جي شروعاتي دور ۾ سکر نئون وجود ۾ آيو، ته اتي مولانا عبدالرحمان مدرسو قائم ڪيو. هندستان جو مشهور عالم مولانا محمد قاسم نانوتوي ۱۲۷۷هه (۱۸۶۰ع) ۾ مولانا محمد يعقوب نانوتوي سان گڏجي حج تي ويندي، سنڌ مان لنگهيو. هو درياه رستي ۶ رجب ۱۲۷۷هه (۱۸ جنوري ۱۸۶۱ع) سکر پهتا. مولانامحمديعقوب صاحب پنهنجي ياداشت ۾ لکيو، ته هنن سکر پهچي مولانا عبدالرحمان سان ملاقات ڪئي.

**فارسي شاعر:-** هن خطي عالمن سان گڏ فارسيءَ جا به ڪيترائي بلند پايه شاعرپيدا ڪيا آهن. فارسي شاعريءَ جو چرچو انگريزن جي اوائلي دور تائين رهيو. هتي فارسي شاعرن جو تذڪرو ڏجي ٿو، جنهن ۾ سکر ۽ بکر کان سواءِ روهڙيءَ جي شاعرن جو ذڪر به ايندو ۽ انهن شاعرن جو احوال به ايندو، جيڪي ٻاهران آيا ۽ ڪجهه وقت هتي رهيا.

**شاهه جهانگير هاشمي:-** شاهه حسن ارغون (۹۲۸هه-۹۶۲هه) جي ڏينهن ۾ خراسان مان آيو ۽ بکر ۾ ڪجهه وقت رهيو. ۹۴۶هه (۱۵۳۹ع) جي شروعات ۾ حج لاءِ اسهيو. واٽ تي ڪيچ مڪران ۾ رهزنن شهيد ڪيس.

شعر:- مشهور مثنوي مظهرالاآثار ۹۴۰هه ۾ تاليف ڪري، شاه حسن ڏانهن منسوب ڪيائين. هي مثنوي مولانا جاميءَ جي مشهور مثنويءَ "تحفتہ الاحرار" جي طرزتي آهي. مولانا جامي سندس همعصر هو. مثنويءَ ۾ شاهه حسن جي تعريف هن طرح ٿو ڪري:-

شاه حسن خسرو شيرين سخن　　　انبتہ الله نباتا حسن

د ر بلند تہ حر یم المثا ل — حرمہ الله من الا ختال
نهمدو چل بود کہ این نظم پاک — نقش بقایافت ازین لوح خاک.

مثنوي کانسواءِ سندس ديوان ۾ آهي.

## ڪاهي

سوانح :- مولانا سيد نجم الدين محمد ابوالقاسم ڪاهي، ميان ڪال جي ساداتن مان هو. ميان ڪال سمرقند ۽ بخارا جي وچ ۾ هڪ جبل آهي. ٨٦٨هہ ۾ سندس ولادت ٿي. سڄي عمر شادي نہ ڪيائين. پاڻ ئي چيو اٿس :-

عروس دهر ڪا هي رانزيبد — ازان روهمچو عيسيٰ گشتہ فردم

رندي مشرب ۽ مستغني مزاج جو مالڪ هو. سير سفر جو ڏاڍو شوق هوس. ٨٨٣هہ ۾ مولانا جاميءَ سان ملاقات ٿيس. ان کانپوءِ ڪابل آيو، جتي گهٽ ۾ گهٽ ٤٠، ٥٠ سال رهيو. چيو اٿس :-

ڪاهي تو بلبل چمن آراي ڪابلي — زاغ وزغن نہ اي کہ بہ هندستان شوي.

ان کانپوءِ سنڌ ۾ آيو ۽ بکر ۾ ڪجهہ وقت رهيو، جتي شاه جهانگير هاشميءَ سان ملاقات ٿيس. ان کانپوءِ گجرات ويو، جتي ٩٤٠هہ کان ٩٥٦هہ تائين رهيو. ٩٥٦هہ ۾ موٽي ڪابل آيو. ٩٦١هہ ۾ شهزادي اڪبر جي ملازمن ۾ شامل ٿي ويو، ۽ شاهي لشڪر سان گڏجي دهليءَ هليو ويو، جتي باقي حياتي گذاريائين. ٦ ربيع الثاني ٩٨٩هہ تي وفات ڪيائين.

ڪلام :- پارسيءَ جو بلند پايہ شاعر هو. سندس ديوان قلمي حالت ۾ موجود آهي. مقالات الشعرا (ص٦٨٤) جي صاحب سندس ڪجهہ شعر ڏنا آهن، جي هيٺ ڏجن ٿا :-

چون ز عکس عارضت آئينہ برگ ِ گل شود — گر د در آن آ ئينہ طوطي بنگرد بلبل شود
اشک من طالب آن نر گس ِ جادو باشد — همچو طفلي کہ دوان د رپي آهو باشد.

**قاضي شاه محمد:-** ڏهين صدي جي آخر ۽ ١١ صدي جي شروع ۾ ٿي گذريو آهي. مير عبدالباقي پوراني جي تعريف ۾ سندس اشعار ملن ٿا:

مير عبدا لباقئ قطب زمان — مقتداي اهل حق صاحب ضمير

## دانش بکري

محمد رضا، تخلص دانش، سلطان محمود بکري (۸۹۸ھ- ۹۸۳ھ) بکر جي حاڪم جي ڏينهن ۾ بکر ۾ رهندو هو. سلطان محمود جي دربار ۾ قرب حاصل هوس. سندس وڌيڪ احوال نٿو ملي. مقالات‌الشعرا (ص ۲۱۱) جي صاحب سندس هيٺيان شعر نقل ڪيا آهن، جي سلطان محمود جي تعريف ۾ آهن :-

| | |
|---|---|
| مرا در دولتِ سلطان محمود | خدا مستغني از گردون نموده |
| ڪه او را در سجودِ درگهِ ولي | سرِ اخلاص را واژون نموده |

## اسحاق

آخوند ملااسحاق اصل بکر جو هو، ۽ سلطان محمود بکريءَ جو ملازم ٿي رهيو هو. پوءِ لاڏي وڃي ٺٽي ويٺو. مرزا غازي بيگ جو معلم به ٿي رهيو. پارسي جو شاعر هو. مقالات‌الشعرا (ص ۷۹) ۾ سندس هي شعر آيل آهي :-

| | |
|---|---|
| مي طپد دل دربرم در شوقِ تو | ميگزارد خانه را از ذوقِ تو. |

## مير معصوم ”نامي“

سوانح :- سيد نظام‌الدين، محمدمعصوم تخلص”نامي“ بن سيدصفائي حسيني ۹۴۴ھ ۾ بکر ۾ ڄائو. سندس وڏا اصل ترمذ جا ويٺل هئا، جي پوءِ لڏي قنڌار آيا. مير معصوم‌جو والد، سلطان محمودخان بکرجي حاڪم‌جي ڏينهن(۸۹۸ھ-۹۸۲ھ) ۾ لڏي اچي‌بکر ويٺو. ذاتي لياقت سبب ميرمعصوم اڪبري دربار ۾ وڏي مرتبي تي پهتو. آخر سندس حسن‌خدمتيءَ جي عوض دربيلي، ڪاڪڙي ۽ چانڊڪيءَ جا پرڳڻا کيس جاگير طور مليا. جهانگير جو زمانو به ڏٺائين، جنهن پڻ سندس قــدر ڪندي ۱۰۱۵ھ ۾ کيس امين‌الملڪ جو عهدو ڏنــو. مير صاحب جي وفات جي تاريخ تي اختلاف آهي. ڪن ۱۰۱۴ھ، ڪن ۱۰۱۵ھ ۽ ڪن ۱۰۱۹ھ لکيو آهي. ۱۰۱۹ھ علامه دائود پوٽي مرحوم جي تحقيق جو نتيجو آهي، جنهن‌جي ڊاڪٽر محمد شفيع ۽ تاريخ معصوميءَ جي سنڌي مترجم تائيد ڪئي آهي. اسان به ان کي وڌيڪ معتبر سمجهون ٿا.

آثار:- مير صاحب کي عمارتن ٺهرائڻ جو ڏاڍو شوق هو. سندس انهيءَ شوق ۾ عوامي خدمت جو جذبو ڪارفرما هو، جا ڪاڻ جو سندس ٺهرايل عمارتون مسجدين، مسافرخانن، پلين ۽ کوهن تي مشتمل آهن؛ سندس مناري ۾ به عوامي سک آهي. ميرصاحب جا اهڙي قسم جا يادگار اڄ به قنڌار ۽ سکر ۾ موجود آهن .

تصنيفون:- مير صاحب تلوار سان گڏ قلم جو به مالڪ هو. تاريخ، طب ۽ شاعريءَ ۾ سندس بلند پايه تصنيفون يادگار آهن. تاريخ ۾ سندس "تاريخ معصومي" وڏي اهميت رکي ٿي. طب ۾ سندس ٻه ڪتاب "طب نامي" ۽ "مفردات معصومي" معلوم ٿيا آهن.

شعر:- ان کانسواءِ مير صاحب شعر جا ڪتاب به جوڙيا آهن، جي سندس بلند پايه شاعر هجڻ جي ساک ڀرين ٿا. ملا عبدالقادر بدايوني، پنهنجي تاريخ (ج ٣، ص ٣٦٦) ۾ هن طرح سندس شعر جي تعريف ڪري ٿو:-

" سليقه درست در شعر و معما و طبع بلند و فطرت عالي دارد. "

شعر جي ڪتابن ۾ سندس ٻه ديوان، خمسه نامي ۽ ٻه ساقي نامه معلوم ٿي سگهيا آهن. "خمسه نامي" ۾ پنج مثنويون آهن: معدن الانڪار، حسن و ناز، اڪبر نامه، راي صورت ۽ خمسهٔ متحيره. ڊاڪٽر اسپرنگر لکيو آهي ته: معدن الانڪار، مخزن الاسرار جي جواب ۾ آهي، حسن و ناز، يوسف زليخا، راي صورت، ليلي مجنون، خمسهٔ متحيره، هفت پيڪر ۽ اڪبرنامه سڪندر نامه جي جواب ۾ آهن. طبقات اڪبري جي صاحب (١٠٠٢ هه) ۽ مؤلف منتخب التواريخ (١٠٠٤ هه) هڪ مثنويءَ جو ذڪر ڪيو آهي، جا مثنوي زليخا جي بحر ۾ هئي. جيئن ته مثنوي "حسن و ناز" انهيءَ بحر ۾ آهي، تنهنڪري ڀانئجي ٿو، ته مذڪور مؤرخ انهيءَ مثنويءَ جو ذڪر ڪري رهيا آهن. انهيءَ ڪري چئي سگهجي ٿو، ته اها مثنوي ١٠٠٢ هه کان اڳ تاليف ٿي. باقي ٻيون مثنويون ١٠٠٥ هه کان ١٠١٣ هه تائين تاليف ٿيون. خمسه نامي جو آغاز هن بيت سان ٿئي ٿو:-

خداوندا دلي ده شعله افروز      درو جاني ز برقِ عشق در سوز

پنجن ئي مثنوين جو هڪ هڪ شعر به هيٺ ڏجي ٿو:-

١- معدن الانڪار:- بحر ز گرداب شده کامه گر      تا نمي از جود تو يابد مگر

٢- حسن و ناز:- حديثِ لعل آن سر چشمه نوش      شده پيرايهٔ لب چون درِ گوش

٣- اڪبر نامه:- بگل چيني آن گلستان شدم      سرا پا صبا وار دامان شدم

٤- راي صورت:- حسنست درم خريدهٔ او      خوبي گل آفريدهٔ او

٥- خمسهٔ متحيره:- هست بر نامت ابتداي همه      بتو آغاز و انتهاي همه

سندس ديوان مان ڪجهه شعر هيٺ ڏجن ٿا:-

چه خوش ست آنکه از خود روم و تو حال پرسي      بتو شرم حالِ گريم بزبانِ بي زباني

باد از ابتدائي سخن تا به انتها — صلوات بر روان روان بخش مصطفيٰ
نامي كه در هوائي تو خواهد سپرد جان — در هر دو كون وصل تو مي خواهد از خدا
تاج غرور بر سرو در بر قبائي ناز — دامن كشان بجيفهٔ دنيا در افتخار
بار امل بگردن كارِ عمل خراب — بيچاره آدمي كه گرفتار كاروبار

مير صاحب جي ديوان ۾ كنهن جي مدح نه آهي. اهو ڏيكاري ٿو ته مٿس سنڌي شاعري جي مزاج جو پورو پورو اثر هو، ڇاكاڻ جو قديم سنڌي شاعرن كنهن به حاكم يا وڏي ماڻهوءَ جي اجائي تعريف نه كئي آهي.

## فاضل بكري

مير معصوم بكريءَ جو ننڍو ڀاءُ هو ۽ ڏهين صدي هجري ۾ ٿي گذريو آهي. سندس متعلق "ذخيرة الخوانين" ۾ آيو آهي، ته:-

"شعر بزبان هندي از قسم كافي بكمال فصاحت مي گفت و مقبوليت داشت."

جيئن ته كافيءَ جي صنف سنڌي شاعريءَ ۾ آهي، ۽ كيترن تاريخي كتابن ۾ سنڌيءَ بدران هندي لفظ آيو آهي، انهيءَ كري مٿين عبارت ۾ به هندي بدران سنڌي پڙهڻ گهرجي. يعني هو سنڌي زبان ۾ كافيون چوندو هو، ۽ سندس كافيون عوام ۾ مقبول هيون. ميرفاضل هك نئون سنڌي هو. ان مان اندازو ٿئي ٿو، ته شاه لطيف كان گهڻو اڳ كافيءَ جو عام رواج هو، ۽ كافي پنهنجي رس ۽ رچاءَ، رعنائي ۽ رنگيني سبب عوام ۾ مقبول هئي. افسوس جو اسان وٽ ان زماني جي كافيءَ جو كوبه نمونو موجود كونهي، جنهن جي بنا تي ان وقت جي كافي جو فني جائزو وٺي سگهجي. كافيءَ جي موجود هجڻ جو ثبوت ١١ صدي جي شروعات ۾ به ملي ٿو. ارغونن جي ڏينهن ۾ كيترا سنڌي عالم ۽ بزرگ لڏي وڃي برهانپور ويٺا. انهن مان هك بزرگ لاڏ جيو (وفات ١٠٠٧ هه) جي محفلن ۾ سندس سنڌي كافيون سر ۽ ساز سان ڳايون وينديون هيون.

## بزرگ

مير معصوم جو فرزند مير بزرگ پارسيءَ جو سٺو شاعر ٿي گذريو آهي. مقالات الشعراء جي صاحب سندس تعريف كئي آهي، ۽ سندس هيٺيون شعر نقل كيو آهي:-

دوش سوداي سر زلف كسي كرده گذر — سحر از هر سرِ مو حلقه بپايم پيچيد

## مير ابوالبقا امير خان

سوانح :- مير ابوالبقا اميرخان ولد مير ابوالقاسم نمڪين ولد ملا مير سبز واري، حسيني هروي سادات مان هو. سندس ڏاڏو امام موسيٰ رضا جي درگاه جو متولي هو ۽ بيجڪ ڪوٽ ۾ رهندو هو. ٩٠٦هه يا ٩١٦هه ڌاري سندس ڏاڏو لڏي قنڌار آيو. سندس والد اڪبر جي ڏينهن ۾ بکر ۽ سيوهڻ جو گورنر ٿي رهيو. سٽين جي ٺٽ جي مڪان لهرايل عمارت "صفه صفا" سندس والد جي لهرايل آهي. مير ابوالبقا ١٠٥٧هه ۾ وفات ڪئي. سندس قبر، سندس پيءُ جي پرسان سٽين جي ٺٽ، تي موجود آهي، جنهن تي ڪتبو لڳل آهي، ۽ ١٠٥٧هه مرقوم آهي. ماثرالامرا موجب مير صاحب ١٠٠ سالن کان به مٿي جيئرو رهيو.

شعر:- مير صاحب بهادر، عقلمند ۽ فهم ۽ فراست جي صاحب هجڻ سان گڏ، پارسيءَ جو سٺو شاعر به هو. مقالات‌الشعرا (ص ٢٢) ۾ سندس هي شعر آيل آهي:-

ملک سوختگان بيشتر همي سوزد  بيين زغال که مخصوص بهر سوختن ست.

## مير عبدالرزاق

سوانح :- مير ابوالبقا جو پٽ مير عبدالرزاق به شاعر هو. هو شاهجهان جي ڏينهن ۾ نو صدي منصب تي پهتو. ١٠٦٣هه ۾ ڪنهن شيعي سني جهڳڙي ۾ شهيد ٿيو. سندس قبر سٽين جي ٺٽ تي آهي، جنهن تي ڪتبو به لڳل آهي. انموجب ١٠٦٣هه ۾ شهيد ٿيو.

شعر:- وڏو عالم اديب ۽ شاعر هو. جيتوڻيڪ زبان ۾ هڪ هئس، پر لغت تي ايترو عبور هوس، جو سنجهي نه پوندو هو. مقالات‌الشعرا (ص ١٧٢) ۾ سندس هي شعر آيل آهي:-

مي فروزد جان ما چون دوست سوي مي برد،

مي فزايد حال ما چون لب بسوي ني برد.

مخفيم در جو هر معنيٰ چو معنيٰ در سخن

ديدن من هرکه خواهد کو بمعني پي برد

درد مند قطره خوني خواهم از زلف کجت،

خواهش مي روص باشد تازا فعي قي برد

ساڳيءَ زمين ۾ سندس پاءُ مير ابوالمڪارم شهود به غزل چيو آهي، جنهن جو مطلع هي آهي:-

مست نوش لعل اوکي دست سوي مي برد  نغم ساز عشق اوکي دست سوي ني برد.

## ٥ـ مير امين الدين خان

سوانح :- مير ابوالمڪارم شهود جو پٽ هو، پارسيءَ ۽ اردوءَ جو زبردست شاعر ٿي گذريو آهي، ۽ سيوهڻ ۾ مدفون آهي. مير امين الدين ١١١٥-١٤ هه ڌاري ٿٽي مان بدلي ٿي بکر جو فوجدار ٿيو. انهن ئي ڏينهن ۾ کيس خانپور جي نيابت به ملي. پاڻ اتي ئي بکر ۾ رهيو. چاڪاڻ جو ”تبصره الناصرين (١)“ جي سال ١١٢٠ هه جي واقعن مان معلوم ٿئي ٿو، ته انهن ڏينهن ۾ بکر جي فوجداريءَ جي عهدي تي قائم هو. ١١٢٠ هه ۾ سکر ۾ هڪ عاليشان مسجد ٺهرايائين، جنهن جي ٺهڻ جي تاريخ مير عبدالجليل بلگراميءَ چئي. روهڙيءَ ۾ به سندس هڪ مسجد يادگار آهي، جنهن جي ڪتبي مان معلوم ٿئي ٿو ته هو ١١١٢ هه ۾ بکر جو فوجدار هو. ١١١٤ هه ۾ هو ٺٽي جو نواب ٿيو. ١١١٥ هه ۾ وري ٺٽي جي چارج يوسف خان ترڪ کي ڏيئي بکر جو فوجدار ٿيو، جتي سندس ١١٢٠ هه تائين رهڻ ثابت آهي.

شعر:- مير صاحب عالم فاضل ۽ شاعر هو سندس ڪجهه پارسي شعر مقالات الشعراء ۾ محفوظ رهجي ويا آهن، ٻيا زماني جي لاهن چاڙهن ۾ ناس ٿي ويا. هڪ شعر ڏجي ٿو:-

اين راه کوي دوست نبا شد که ميروي؛ چشمي کشا که روي براهي نمي کني.

## مير سيد عبدالجليل بلگرامي

سوانح :- مغل گورنرن جي ڏينهن ۾ سنڌ جي هر صوبي ۾ وقايع نويس رهندو هو، جيڪو صحيح حالتون لکي سڌو سنئون بادشاه ڏانهن موڪليندو هو. مير عبدالجليل بن مير احمد بن عبدالله محمود حسين واسطي بلگرامي بکر ۽ سيوهڻ جو وقايع نويس ٿي رهيو. هو اصل بلگرام (هندوستان) جو ويٺل هو. ١١١١ هه ۾ عالمگير کيس وقايع نويس مقرر ڪيو. پهريائين گجرات ۾ انهيءَ عهدي تي رهيو. ١١١٦ هه ۾ بکر ۽ سيوهڻ جي وقايع نويسي مليس، ۽ بکر ۾ رهڻ لڳو. ١١٣٠ هه ۾ پنهنجي پٽ سعيد محمد کي چارج ڏيئي دهليءَ هليو ويو. ١١٣٨ هه ۾ وفات ڪيائين.

شعر:- پارسيءَ جو بلند پايه جو شاعر هو. خاص طرح تاريخ گوئيءَ ۾ ڪمال حاصل هوس. بي انداز تاريخي ماده لکيا اٿس. مير قانع (مقالات الشعرا) سندس لاءِ لکي ٿو: ”در تاريخ

---

(١) هي ڪتاب مير عبدالجليل جي پٽ ميرسيدمحمد پنهنجي زماني جي اکين ڏٺل احوال تي لکيو آهي. واقعا سال وار ڏنا اٿس ۽ پنهنجي ولادت جي سال (١٤ ربيع الاول ١١٠١هه) کان واقعا لکڻ شروع ڪيا اٿس.

گوئي بينظيراند." مٿي اچي چڪو آهي، ته مير امين‌الدين خان جي، سکر ۾ ٺهرايل مسجد جي تاريخ لکيائين، انجو آخري بيت هي آهي:-

سال تاريخ چنين گفت خرد، مهبطِ نور چو بيت المعمور

علامه موصوف پارسيءَ کان سواءِ ترڪي، عربي ۽ هنديءَ جو به اعليٰ درجي جو شاعر هو. مقالات‌الشعراء جي صاحب لکيو آهي:-

"علامه مسطور در ترکي و پارسي و هندي و عربي داستانها پرداختند، که از مقدورِ بشر مافوق است".

هڪ دفعي عالمگير جي اڳيان هي رباعي چيائين:-

| | |
|---|---|
| کسرا که بعدل بود عالم پرور | بيجرم آويخت پاي زنجير ز در |
| ذاتت بکمالِ عدل تجويز بکرد | آويختنِ سلسله هم در کشور |

بادشاه ڏاڍو محظوظ ٿيو، ۽ کيس انعام ڏنائين. مير صاحب جي غزل مان ٻه مصرعون هيٺ ڏجن ٿيون، جي مقالات‌الشعرا ۾ آيل آهن:-

| | |
|---|---|
| رخِ اوز بهارِ حسن زيبا غازگي دارد | گل آئينه از آبِ رخِ او تازگي دارد |
| زيادِ حق مشو غافل درين خمخانهٔ نيلي- | خمارِ نشهءِ غفلت چه بد خيمازگي دارد |

## مير سيد محمد

سوانح:- سيدعبدالجليل کانپوءِ سندس فرزند مير سيد محمد بکر ۽ سيوهڻ جو وقايع‌نويس ٿي رهيو. ٿي پيرا انهيءَ عهدي‌تي مقرر ٿي آيو. پهريون دفعو ۱۱۳۰ ھ کان ۱۱۴۳ ھ تائين، ٻيو پيرو ۱۱۴۵ ھ کان ۱۱۴۷ ھ تائين ۽ ٽيون دفعو ۱۱۵۵ ھ کان ۱۱۵۶ ھ تائين. سندس ولادت ۱۱۰۱ ھ ۾ ٿي.

شعر:- ٻيءَ وانگر زبردست عالم، فاضل ۽ بلندپايه شاعر هو. بزرگن ۽ صوفين جا نقل ۽ حڪايتون کيس بي انداز ياد هيون. ان کانسواءِ ڪيترائي چونڊ عربي، پارسي ۽ هندي شعر ياد هئس. نثر ۾ سندس "تبصرةالناظرين" يادگار آهي، جنهنجو ذڪر اچي چڪو آهي. شعر ۾ سندس ديوان ۽ مثنوي "ناز و نياز" سندس اعليٰ شاعر هجڻ جي ساک ڀرين ٿا. سندس ڪلام جو انتخاب هيٺ ڏجي ٿو:-

مثوي "ناز و نياز" مان:-

نه خال از آتش رخساره افروخت — سپندي از براي چشمِ بد سوخت

ساغرِ نرگس خرابِ چشمِ شهلائي که بود — ديده' آئينه هم محوِ تماشائي که بود

ديوان مان:-

گرميءِ مهرِ بتان کرد حمايت ورنه — از دمِ زاهدِ يخ بسته ز مستان اينجاست

بود از چشمه' آئينِ' آبِ خنجرِ قاتل — که از حيرت طپيدن شد فرامش بسمل مارا

**محمد رضا**

**سوانح:-** شيخ محمد رضا بکري، اصل ٺٽي جو هو. پوءِ اچي بکر کي وطن بنايائين عربي ۽ پارسيءَ ۾ مهارت هئس. بکر ۾ فوجداريءَ ۽ پين عهدن تي عالمگير (١٠٦٨هه-١١١٨هه) جي زماني کان محمدشاه (١١٣١هه-١١٦١هه) تائين رهيو. علامه مير عبدالجليل سان مخلصانه ۽ معتقدانه رستو هوس. انهيءَ کري علامه موصوف جڏهن هندستان ويو ته پنهنجي عهدي جي واڳ هن جي هٿ ۾ ڏيئي ويو. ١١٤٣هه ۾ وفات کيائين(١) "مقالات الشعرا" جي مؤلف سندس وفات تي هيءَ تاريخ چئي آهي:-

"محمدرضا" داده "جان" در "جنان" شد-(٢)

"محمد رضا" جي عدد ١٠٩٣ مان "جان" جو عدد ٥٤ کڍبو ته ٿيندو ١٠٣٩ءان ۾ "جنان" جو عدد ١٠٤ جو کبو ته ٿيندو ١١٤٣هه.

شعر:- مقالات الشعرا جي صاحب سندس شعر جو هي انتخاب ڏنو آهي: (٣)

کارِ ما آخر شد و آخر زما کاري نشد — مشتِ خاکِ ما غبارِ کوچه' ياري نه شد

سالها خونِ جگر در نافِ! آهو شد گره — مشکِ شد اما چه حاصل خارِ رخساري نشد(٤)

از دوست گريزان شده اي، هاي ستم هاي! — دشمن بکه باجان شده اي، هاي ستم هاي!

گل چون نه زنده جامه جان چاک تو بيدرد — بي مي بگلستان شده اي، هاي ستم هاي!

شائسته' تعليمِ ملايک بودي و از جهل — بازيچه' شيطان شده اي، هاي ستم هاي!

هرکه ديدم درين دائره دمساز خود است — ني کمر بسته بدل گرميءِ آواز خود است

---

(١) مقالات الشعرا، سنڌي ادبي بورڊ، ص ٢٥١-٢٥٢ (٢) ايضا ص ٢٥٢ (٣) ايضا (٤) "يدبيضا" ۾ اهي شعر آيل آهن. مقالات الشعرا جي صاحب به انجو حوالو ڏنو آهي.

تابچشم و دلِ من گشته خيالِ تو مقيم — دل گرفتارِ خود و ديده نظر بازِ خوداست

---

کارِ بي تابان نباشد صحبت يکتا دلان — رشته باصد تاب جا در چشمِ سوزن گرم کرد

---

سرو هم در قيدِ آزادي مقيد مانده است — کيست اندر ملکِ بي قيدي نشيمن گرم کرد

---

"رضا" باسرد مهري هاي گردون گرم ميجوشد — بهارِ خرمي پندارد از افسرگي وي را

## مير جان الله شاه رضوي

سوانح: روهڙيءَ جي رضوي سيدن مان هڪ وڏو بزرگ ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. رضوي سيدن جو احوال اڳ ۾ اچي چڪو آهي. هن خاندان مان ڪيترائي بزرگ ٿي گذريا آهن، جهڙوڪ: شاه حيدر حقاني، مير ميران وغيره. ننهي جون تربتون روهڙيءَ ۾ آهن. ميرجان الله شاه يا جان شاه، شاه حيدر حقاني جي اولاد مان آهي. هن خاندان جي شاخ ٿٽي وڃي ويٺي. انهن مان سيد بکري، سيد اسحاق مشهور بزرگ ٿي گذريا آهن.

مير جان الله شاه، شاه عنايت جهوڪ واري جو مريد ۽ وڏو خليفو هو. ٦ ربيع الاول ١١٦٧هه (١٧٥٤ع) تي وفات ڪيائين.

شعر:- مير تخلص ڪندو هو. پارسي جو صاحبِ ديوان شاعر ٿي گذريو آهي. سندس پارسي شعر نهايت اعليٰ درجي جو آهي، ۽ هندستان جي ان زماني جي پارسي شاعرن جهڙوڪ: مرزا بيدل، آزاد بلگرامي ۽ واقف بٽالوي جي مقابلي جو آهي. سندس شعر ۾ حسن و عشق جو ذڪر دلگداز نوع ۾ بيان ڪيل آهي. فني پختگي، رواني ۽ اثر انگيزي سندس ڪلام جون خاص خصوصيتون آهن. تصوف جا مسئلا نهايت دلڪش نوع ۾ بيان ڪيا اٿس. سندس شعر جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

صاحبِ تسليم را برهان نمي آيد بکار
اهلِ دين را حکمت يونان نمي آيد بکار
انحرافِ عکس از معکوس در آئينه نيست
"مير" محوِ دلبران را جان نمي آيد بکار

---

بزلف کافرِ او نقد ايمان دادم و رفتم
بمژگانِ کجش تصديق برهان دادم و رفتم
جنون سرمايهِ ام سودو زيانِ خود نميدانم
دل وجان رونمائي حسن جانان دادم و رفتم
نمودِ نفس راآياتِ وحدت "مير" در کثرت
برهمن را هم تفسير قرآن دادم و رفتم

## جان الله شاهه ثاني

ميرجان الله شاهه صاحب جي اولاد مان عالم، اديب ۽ شاعر ٿيندا آيا آهن. سندس وفات کانپوءِ سندس گاديءَ تي مير قلندرعلي سندس فرزند ويٺو، جنهن ١١٨٧ هه ڌاري وفات ڪئي. کانئس پوءِ مسند تي مير جان الله شاهه اول جو ٻيو فرزند مير منور علي شاهه ويٺو، جنهن ١١٩٩ هه ڌاري وفات ڪئي، ۽ ٦ فرزند ڇڏيا. مير جان الله شاهه ثاني انهن ڇهن مان ننڍي ۾ ننڍو هو. فقيري سجاده تي سندس وڏو ڀاءُ مير فتح علي شاهه ويٺو، جنهن جي زير نظر مير ثانيءَ جي تربيت نهايت بهترين نموني ٿي. عربي پارسيءَ ۾ مهارت حاصل ڪرڻ کانپوءِ روحاني ترقيءَ ڏانهن ڌيان ڏنائين. انهن ڏينهن ۾ ڀاڳ ناڙيءَ کان مير جان الله شاهه اول جو خليفو سيد عبدالوهاب شاهه روهڙي ۾ آيو، جنهن ميرثانيءَ کي روحاني تربيت ڏيئي، بلند مرتبي تي پهچايو. ڀاءُ جي وفات کانپوءِ مير ثاني فقيري سجاده تي ويٺو.

مير ثاني وڏو سخي هو. هندو مسلمان صوفي ڪهي اچي ساڻس ملاقاتيون ڪندا هئا. حالن وارو مشهور ويدانتي ولايت راءِ، جو پوءِ قبر ۾ اچي رهيو؛ ڪهي اچي مير صاحب سان ملاقاتيون ڪندو هو. روهڙيءَ جو هندو صوفي پارو شاهه سندس بيحد معتقد هو. روهڙيءَ جو سرمور ۽ سنڌ جو عظيم شاعر حضرت قادربخش بيدل هن بزرگ جوئي مريد هو. بچل شاهه مياڻيءَ وارو سندس همعصر هو ۽ سندس روحاني عظمت جو قائل هو.

مير ثاني ١٨٦٤ء ڌاري وفات ڪئي. پارسيءَ جو بلندپايه شاعر هو. سندس تخلص "عاشق" هو. سندس ديوان ۾ تصوف جي مسئلن جي اپٽار آهي. نموني طور ٻه غزل هيٺ ڏجن ٿا:-

الاهي موج طوفان بخش اشک ديده گريان را — سحاب آسا پر افشان کن مدام چشم جريان را

١- تلطف خويش قائم کن برائے درد مندعشق — ز ابر رحمت سر سبز گردان جان بريان را

٢- خيالات و جو دم را همه منسوخ گرداني — بکن گلزار نوراني تجلي طور طريان را

٣- ز بيرحمي بسايل ديدن آئين گرم نبرد — بده ساغر زمي احمر بنوشان ديده تريان را

٤- عجائب "عشق" همت داد عاشق را درين منزل — بزير حکم خود آورد جن و انس و پريان را

(٢)

دل ز دستم ميرود در گردش است راز مرا — مي برد هرجا که بيند يار دمساز مرا

١- بهر وصل دوست ميکوشند مشتاقان وصال — ميرود از خويش بيند هر که اعجاز مرا

٢- هر کجا ميخواهم و هم ميروم اختيار ماست — از مکان تالا مکان در لحظه پرواز مرا

٣- از کلام جانشاه "عاشق" صفا اظهر شود — هر که خواهد بيندش تصنيف آغاز مرا

هن خاندان جا پيا شاعر ٻہ ٿي گذريا آهن، جهڙوڪ: همت علي شاهہ نواب شاهہ جان الله شاهہ ثالث، امير علي شاهہ ۽ علي اڪبر شاهہ ثاني. اهي انگريزن جي دور جا شاعر آهن، ۽ سنڌي زبان ۾ شعر چيو اٿن.

## قادر بخش "بيدل"

سوانح:- پوئين دور جو عظيم شاعر حضرت قادر بخش "بيدل" ١٨١٤ع ۾ روهڙيءَ تولد ٿيو. پارسي ۽ عربي ۾ مهارت حاصل هئس. حضرت قلندر شهباز سان بيحد عقيدت هئس. طريقت ۾ مير جان الله شاهہ پئي جو باقاعده مريد ٿيو. ١٦ ذوالقعد ١٢٨٩ هہ تي وفات ڪيائين. سندس تصنيفن جو تعداد ٣٠ کان ٻہ مٿي آهي، جي فارسي نثر ۽ نظم، عربي مقولن ۽ نظم ۽ سنڌي ۽ سرائڪي، هندي ۽ اردو شعر تي مشتمل آهن. سندس ڪتابن مان هيٺيان ڪتاب قابل ذڪر آهن:-

"رياض الفقر، ديوان سلوڪ الطالبين، ديوان منهاج الحقيقت، مثنوي نهرالبحر، رموزالعارفين، ديوان مصباح الطريقت، رموزالقادري، تقويت القلوب، پنج گنج، سندالموحدين".

شعر:- سندس شعر سنڌي، سرائڪي، اردو، فارسي، هندي ۽ عربي زبانن ۾ موجود آهي. خاص طرح فارسي، سنڌي ۽ سرائڪي جو قادرالڪلام شاعر آهي. فارسي ۾ سندس تي، مثنويون ۽ پيو ڪلام آهي. سنڌي ۽ سرائڪي ۾ ٻہ سندس بيتن ۽ ڪافين جو وڏو تعداد آهي. سندس ڪافيون فني لحاظ کان نهايت پختيون آهن. سندس ڪلام ۾ هر هنڌ وحدت الوجود جو نظريو ڪار فرما آهي. همہ اوست جي اپٽار ۾ مٿس سچل سرمست جو رنگ ظاهر ٿئي ٿو. فرمائي ٿو:-

" سر اسرار حقيقي آهيان، صورت ڪري انسان "
" بيدل بندو نالو تون، آڻ اهو اعتبار "
" پاڻ پنهون تون آهين، ڪيچ وڃين ڇو ڪاهين "

سندس مجازي ڪلام ٻہ حقيقي عشق ۾ رڱيل آهي. سندس نظريو هو، تہ مجازي عشق جي ذريعي حقيقي عشق جي منزل تي پهچي، باقي سڪڻو مجازي عشق بت پرستيءَ جي مترادف آهي. سندس اردو ڪلام قديم اردو ۾ چيل آهي. پارسي ڪلام نهايت اعليٰ پايہ جو آهي، ايتري قدر جو ڪنهن اعليٰ پايہ جي ايراني شاعر جو شعر معلوم ٿئي ٿو. مطلب تہ سندس

فارسي ڪلام ادبي ۽ فني نقطہ نگاہ کان ڪيترين ئي خوبين جو حامل آهي. فارسي ڪلام جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو. ديوان سلوڪ الطالبين جي غزل مان بيت:

الاهي موج وحدت بخش دريائے خيالم را — بہ بحر حال گم گردان حباب قيل و قالم را
ازان نزهت گہ قدسي چون اين مرغ آشيان برداشت— بدوزد ناوک حادث دما دم پرو بالم را

ديوان منهاج الحقيقت مان ہي بيت:-

اي رخ تو بچشم جان آئينہ خدا نما — نور صفاش سوختہ هم پرده چشم و دل مرا
جلوه حسنت اي صنم با نو طرز دمبدم — کرد ظهور از کتم برد مرا دگرز جا

ديوان مصباح الطريقت مان بيت:

الاهي مطلع انوار وحدت ساز جانم را — ز ظلمتهائي کثرت رستگاري ده روانم را
خيالم را چنان مهميز غيرت زن کہ از هر سو — نمايد جلوه وحدت وجود اين ديد گانم را

مثنوي نهرالبحر جو بيت:

نهر بحرش نام کردم اي فلان — بحر معني مثنوي وين نهر آن

مثنوي رياض الفقر هنن بيتن سان شروع ٿئي ٿي:

الا اي ساقي پيمانہ عشق — رهم بکشا سوئي ميخانہ عشق
رسان بوئے محبت درد ها غم — لبالب شوق خود گردان اياغم

قصيده هير رانجهو جي شروعات هن طرح ٿئي ٿي:

زهر چہ خامہ نويسد بنامہٴ دوران — سواد حرف غم عشق خوشتراست بدان
نوشتہ اند چنان قصہ عشق رانجهن وهير — بجامہ صدق شمامہ مورخ دوران

ليلي مجنون جو قصو هن طرح شروع ٿئي ٿو:

عشقبازان رتبہٴ دارند عالي بيگمان — قصہ ايشان بود احسن قصص اندرجهان
چون ميان عشقبازان بود مجنون بيمثل — شرح عشق اوست مثل عشق او نادر بيان

## محمد محسن "بيڪس"

حضرت بيدل جو لائق ۽ فائق فرزند محمد محسن بيڪس (ولادت ١٨٥٩ع، وفات ١٨٨٢ع) سنڌي زبان جو عظيم شاعر آهي. پنهنجي والد بزرگوار کان سواءِ حضرت قلندر شهباز کان روحاني

فيض پرايائين. مجازي مهميز ٻه آيس، جنهنڪري سندس ڪلام ۾ بيحد سوز ۽ گداز آهي. بيڪس سنڌ جي سڀني شاعرن ڪان عمر ۾ ننڍو هو، پر فڪر ۽ فن جي لحاظ ڪان سنڌ جي وڏن شاعرن ۾ شمار ٿئي ٿو. سندس دل سوز ۽ گداز سان سرشار آهي ۽ سندس طلب جي تات جو ڪو ڇيهه ئي ڪونهي:-

"ڏونگر مون سان رو، ڪڍي پار پنهونءَ جا"
"سناسين مان سور، بيڪس پرايو برهه جو"

سنڌي ڪانسواءِ فارسي، اردو ۽ سرائڪي ۾ ٻه شعر چيو اٿس. فارسي شعر جو نمونو:-

بذوق شوق خودگردان دام ديوانه از بستي — رود هستي زبيرون من چو افروزي تو نارعشق

---

ساقي بهار آمد رنگين لباس ڪن — مي لعل فام بڪشا وحدت اساس ڪن
احوال صوفيان را از دم طنبور پرسي — بازار حسن گرم است بردل قياس ڪن
در چارسوئي وحدت مشتاق صوفيانند — بيڪس غلام خود را معني شناس ڪن

---

حڪايت حالت هجران تو ميداني و ميدانم — شڪايت شوخيءِ چشمان تو ميداني و ميدانم
گدازي سوز باسازي بود عشق تو جانبازي — منم از ناز تو نالان تو ميداني و ميدانم
خدارا ساعت با بيڪس مسڪين نوازش ڪن — شراب وصل خود نوشان تو ميداني و ميدانم

## عبدالله "راجي"

مقالات‌الشعراء (ص ٢٢٢) مان فقط ايترو معلوم ٿئي ٿو ته اصل ٺٽي جو هو، پر پوءِ سکر اچي رهيو. سندس هي شعر ملن ٿا:

در آن ديار ڪه از درد يار نيست اثر — اگر بهشت بود بهتر از ويست سقر
مانده در راهِ تو بر طبقِ اثر — قدمِ سوده و دو ديدهٔ تر

## عبدالرئوف منشي بکري

اصل روهڙيءَ لڳ ڳوٺ هنگورجن جو ويٺل هو، پر "بکري" مشهور هو. ميان نورمحمد عباسيءَ جو منشيءَ هو. مقالات‌الشعراء ۾ (ص ٤٢١) ۾ سندس هي شعر آيل آهي:

قدرتِ حق را تماشا ڪن ڪه آن داؤد خان. باوجودِ صفدري تيري ز ترڪش پر نداشت

پروفيسر نواز علي بلوچ

# سر مارئيءَ جو مطالعو

هي سر سنڌ جي مشهور ڪهاڻي عمر مارئي تي ٻڌل آهي. چون ٿا ته شاه صاحب کي هن سُر لکڻ جي ترغيب شاه عنايت رضوي ڏني.

هن سُر ۾ ڪيترين ئي تلميحون آيل آهن، جي قرآن‌شريف ۽ حديث مان ورتل آهن. انهن تلميحن مان ڌڻي تعاليٰ جي وحدانيت، سندس ربوبيت جو اقرار، قادر مطلق جي قريب هئڻ، راضي برضا رهڻ ۽ اصل ڏي موٽي هلڻ جا ڪنايا ۽ اشارا ملن ٿا.

هن سُر جي روحاني راز متعلق محققن جا جدا جدا رايا آهن، ۽ انهن مان ڪي هيٺ ڏجن ٿا:

گربخشاڻي:- مارئي مان روح، ملير مان وحدانيت جي وادي يا عالمِ ارواح، عمر مان نفس، عمر ڪوٽ مان هيءَ دنيا، قاصد مان مطلب هادي يا رهبر آهي.

٢- شاهواڻي:- گربخشاڻي واري‌راءِ‌سان متفق‌آهي ۽ چوي‌ٿو ته اهو سڄو سُر "كل شيءِ يرجع الي اصله" جو تفسير آهي.

٣- مرزا قليچ بيگ:- مارئي مان سچو عاشق، عمر مان ظالم ۽ زور ڀريو دنيوي ماڻهو، عمر ڪوٽ مان بنديخانو، ملير مان هو جهان، ڀهراڙي جي تماشن مان‌آخرت جا مزا، زيورن ۽ پوشاڪن مان ڏيک ويک ۽ سينگار مراد آهي.

٤- مولوي غلام مصطفيٰ قاسمي:- عمر ۾ ان حيواني طاقت، مارئي ۾ ان ماڪي طاقت، مليرمان انهن جي ڪم ڪرڻ جو ميدان، ڪيٿ ۾ ان امام يا اڳواڻ، جنهن جي هٿ ۾ ان اقتدار جون واڳون نڪري چڪيون آهن.

جناب محسن علي صاحب پنهنجي ڪتاب شرح سُر مارئي ۾ هيٺين راءِ پيش ڪئي آهي:

"شاه صاحب جي هن سُر ۾ ان هڪ محب وطن وطنيت ۽ قوميت جو سبق ٿو پڙهائي، هڪ انقلابي ذهن آمريت جي ڪڙن، ڪوٺن ۽ قيدن ۾ رهندي به جهاد جو جهنڊو بلند ڪرڻ جو درس ٿو وٺي، هڪ صوفي، پنهنجي محبوب جي رهاڻ جو رس ٿو وٺي، ۽ پنهنجي اصلوڪي ماڳ ڏانهن جلدي موٽي وڃڻ لاءِ تانگهي ۽ تاتي ٿو. هڪ اڳواڻ صبر ۽ استقلال ۽ همت سان، هيبت ۽ هشمت کي منهن ڏيڻ، فريب، مڪر ۽ لالچ جي ڦندي ۽ ڪوڙڪي ۾ ان نڪرڻ جي لا زوال ڪوشش ٿو ڪري."

مطلب ته هر ڪنهن جي پنهنجي راءِ آهي. ڪي ته انهيءَ خيال جا آهن ته هن سُر ۾ ڪا به تمثيل رکيل نه آهي. هو صرف ظاهري معنيٰ ۾ اعتبار رکن ٿا. ڪن ليڪڪن انهيءَ سر کي سياسي رنگ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، ته ڪن حج جي فلسفي تي روشني وجهڻ گهري آهي. مطلب ته هر ڪنهن شخص پنهنجي پنهنجي فهم ۽ عقل آهر ويهي نڪتا ڪٽا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

هن سُر جي مطالعي ڪرڻ سان معلوم ٿيندو ته شاه صاحب هن سُر ۾ مارن جي ذريعي سنڌي زندگي ۽ سنڌين جي جذبات ۽ احساسات جو روح پيش ڪيو آهي.

هن سر ۾ شاه صاحب وطن جي حب، مارئي جي سيل، عمر جي ارڏاين ۽ مارن جي رهڻي ڪهڻي جو بيان فرمايو آهي. هن سر جي پڙهڻ سان حب الوطن سان گڏ و گڏ اعليٰ اخلاق، پاڻ ڏاڍي جي دباءُ ۾ نه اچڻ، رضا تي راضي رهڻ ۽ دلي استقامت جو درس ملي ٿو.

مارئي جي ڪردار ۾ ان ظاهر ٿئي ٿو ته ڪيئن شاهاڻي ساز و سامان جي بدران پنهنجي وطن جي سادي سودي شين سان محبت هئي. اهوئي سبب آهي جو هن غريب ۽ غيرتمند عورت کي وطن جون رواجي ۽ معمولي شيون ڏارين جي اوچين ۽ اعليٰ شين کان وڌيڪ پياريون ٿي لڳيون.

مارن جي زندگيءَ جو دارو مدار مال تي آهي، هو مال جي خاطر هڪ جُوءِ ڇڏي ٻي جُوءِ هليا وڃن ٿا. يعني هو هميشه پکڻ هي لڏ سان پيادا نظر اچن ٿا:

"سدا جن پرياڻ، پانڌي پکي لڏ سين"

هو اتي وچي پنھنجا گھر ڪن ٿا، جتي جھجھو مينھن پوي ٿو ۽ گاهه گھڻو نظر اچي ٿو: جھڙ ڦڙ جت ٿيان، ات اڏيائون پکڙا

مينھن پوڻ بعد پٽن جا پاسا، ترايون تل ۽ ڍِھر مينھن جي پاڻيءَ سان ڀرجي وڃن ٿا ۽ تنھن ڪري اتي پاڻي توڙي گاهه عام ملي ٿو. مارو پٽن جي پرِ ۾ مضبوط جھوپڙيون ٺاھي وھن ٿا:

"پٽن پر ھندا پنگا پڙ پتار جا"

ھي جھنگ جا جھانگي، ڪڏھن پٽن جي پرِ ۾ ته وري ڪڏھن گھاٽن وڻن ۾ گھر ٺاھي وھن ٿا:

وبڙھيا گھمن وليين جھانگي منجھ جھنگن

---

وھڻ وراڪن ۾، ان جي اجوڪي اوطاق

مطلب ته ٿر جي ھر حصي ۾ ھنن جا ٿاڪ آھن:

ٿر ٿر اندر ٿاڪ، عمر مارووئڙن جا

---

ڏٺين پٽين ڏير، مھين مارووئڙن جا

ملير جا رھواسي تمام سادي زندگي گذارڻ جا عادي آھن. ھو ٿوري تي راضي رھن ٿا. ٿوري قوت جي ھوندي به ھو ھميشه سگھارا رھن ٿا:

ٿوري قوت قرارئا، رھن سھر ست

ملير ۾ جيڪي گاهه ٿين ٿا، انھن جو ٻج ڪٺو ڪري ان تي گذران ڪن ٿا، جنھن کي ڏٿ چنبو آھي. ڪڏھن اناڙ ۽ مرڙي جو ساڳ آٽي پاڇي تيار ڪن ٿا:

ڏٿ چونڊ پنڊ پس ڏيھ ۾، ساڻ سرتين ساڳ

ملير ۾ بنا جھل پل ھو جھنگ جا ميوا کائيندا رھن ٿا. اتي ڪين ليسوڙا، پيرُ سگر پيرون ۽ پڪا عام جام ملن ٿا.

ڪڏھن پيرون کائي پيٽ ڀرين ته ڪڏھن ڏونرا، چونڊي آٽيو چاڙھين:

چونڊيو آٿيو چاڙهيون، سندي ڏونرن ڏار

هو پنهنجي وطن جا مٺڙا ميوا ۽ ماکي موج ۽ مزي سان کائيندا رهن ٿا:

ميوا مڇر ماکيون، سڀ کا چکن چس

ڪڏهن ڪڏهن اهي مسڪين مارو توهن جا ٿالهه پري اچن ٿا ۽ انهن کي ڪجهه وقت واريءَ ۾ پوري اهي توهه واپرائڻ جي لائق بڻائن ٿا:

آٿيو وجهن آهرين، سندا توهن تس

مطلب ته مارن کي پنهنجي وطن سان بي پناهه محبت آهي. هو وطن جي عام شين کي وڏي سڪ ۽ پيار سان ڏسن ٿا. ڏوٿي ماڻهن وٽ ان جا انبار ڪين ڪٺا ٿين، هو جيڪي آٿين اهوئي چاڙهي کائين:

آٿين ڪي چاڙهين، ڏٿ ڏيهاڙي سومرا،
سٿا ڪئو سيد چئي، سائون سڪائين،
منجها لنب لطيف چئي، چائر ڪئو چاڙهين،
پلاءَ نه پاڙين، عمر آراڙيءَ سين.

مارن جي جيئڻ ڪاڏي ۽ رهائش ۾ سادگي، تيئن سندن پوشاڪ به نهايت ئي ساده. هنن ڏيک ويک ۽ ٺٺ ٺاهه سان چاڻن ئي ڪين. سدائين ڪم ڪار ۾ رڌل، مٽيءَ سان پريل، مگر سندن چهرا خوشيءَ مان ترڪيل نظر اچن ٿا:

مٿن ٽيڪ ٽيڪرا، چمڪندڙا اچن،
ڪڙيون ڪهه پڪلئون، پگهر سر پيرن،
ايءُ وڙ وبڙهيچن، سون لوڏائين لڪا.

مليرائيون سويرو اٿي اوٺهن کوهن مان پاڻي ڀرين ٿيون، مال چارين ٿيون ۽ گاهه ڍوئيندي‌يون رهن ٿيون. مطلب ته هو به پنهنجي مردن وانگر ڪم ڪار ۾ پڙ آهن:

آڏي اٿن تي، جيلاهه پاڻي پاتار ۾

---

سنجن سانيڪن تي، وڏي وير وهون

---

سرتين ڏٿ سبيل ڪئو، اگڻ ڍوئي ڍير

اهي عورتون گهڻن جي ان جون لويون. پائين ٿيون، ۽ هميشه کين ان لوئيءَ جي لڄ جو فڪر رهي ٿو:

پرم پاروڙي رهي، جنهن ۾ اڇي ان

هو ريشمي ۽ قيمتي ويسن وڳن کان بيزار ۽ سون چانديءَ کان نفرت ڪن ٿيون.

ڀُولا پنهنوار ڪي، عمر آڇ ۾ تون،
وَرُ لوئي جي لون، ڏاڏاڻن ڏنيام جا!

---

ڪارا ڪراين ۾، سون امان ڪي سوءِ

هو اباڻيون ڪوڙيون چوڙيون پائي پنهنجي لاءِ فخر سمجهن ٿيون ۽ اهي انهن جي لاءِ ڪروڙن جي برابر آهن:

ڪراين ڪروڙ جا، ڪوڙا چوڙا جن،
سو مرڪ ماروئڙن، جئان اوڪ لڄ ٿئي.

مارو صحرا جا رهواسي آهن. اتي برپٽ ۽ بيابان ۾ هنن کي ڪو به خوف ۽ خطرو ڪونهي. صحرا جو هنن لاءِ ستر آهي. گولاڙن ۽ گگرين جا پن هنن لاءِ اوڇڻ آهن. گهڻن جي ان مان لويون تيار ڪن ٿا، سينهن جي پاڻيءَ جا پياڪ، پيرين اگهاڙا پڌن تي پنڌ ڪندا رهن ٿا:

پلر پيڻ، اوڇڻ ان، جن جا پير مٿي پٽ پاڪ

هو نهايت ئي سپاجهه، سدورا، سٺن گڻن وارا، فرمانبردار ۽ مهمان نواز آهن. پيرن جي موسم ۾ پيرن جا پيالا ڀري مهمانن کي کارائيندا رهن ٿا:

سانئين ڪي سيد چئي، ڀريو ڏبن پاڻ

هو ڪليل ميدانن ۾ رهن ٿا، شهرين وانگر هنن وٽ جاءِ جي تنگي ڪونهي:
جُوءِ ڪشادي جيڏيين، مليـر موڪ مهاڙ

سانگي ماڻهن جي پنهنجي مال سان بيحد محبت آهي. ڪنهن جاءِ تي لوڙهو ڏئي، مال جي واڙ تيار ڪن ٿا. هنن وٽ ڪنون ۽ بسترا ڪونه آهن، پنهنجي مال واري واڙ ۾ سمهي رهن ٿا. تنهن ڪري جڏهن پـاسو ورائين ٿا، جيڏانهن ڪيڏانهن ٻڪرين

جي پوائڙين سبب سندن پاسا پولڙ ين ۾ لڳن ٿا. وهائي بدران سر هيٺان پانهون ڏئي سمهيو رهن:

پاسا پولڙ ين ۾، پانهون سير پيئي

اها انسان جي فطرت آهي ته هو سک ۽ سهنج لاءِ هميشه ڪوشان رهي ٿو. مگر مارئيءَ جو اهو ڪمال آهي جو هن غريب پر غيور عورت عمر جي هر شيءِ کي حرام سمجهيو. عمر مارئيءَ کي راضي ڪرڻ لاءِ هر طرح جا حيلا هلايا، محل ۽ ماڙيون، پانهيون ۽ دايون ريشمي ۽ قيمتي ڪپڙا، سون ۽ چاندي وغيره جي آڇ ڪئي، پر هن اباڻي لوئي جي لڄ رکي، سون کي سوءِ سمجهيو ۽ کيس صاف صاف ٻڌايو ته:

ايءَ نه مارن ريت، جيئن سيڻ مٽائين سون تي،
اچي عمر ڪوٽ ۾، ڪنديس ڪانه ڪريت،
پکن جي پريت، ماڙين سين نه مٽيان.

همت ۽ استقلال جو اهو ڪمال آهي، سچ ۽ صداقت جو اهو اعليٰ مثال آهي، جو وطن کان وڇڙيل، ديس کان دور، مائٽن کان مهجور، نه اوهي نه واهي نه ساٿي نه همراه- ضعيف عورت، ڪوٽن ۾ قابو، زنجيرن ۾ جڪڙيل، پهري هيٺ- تنهن هوندي به هڪ بادشاه کي مسڪين سنڌي نينگري صاف صاف چوي ٿي ته:

مياڪ ماروءَ آهيان، جور نه ٿيان جوءِ
سو قلب ڪوٽ نه هوءِ، جو هٽيجن هٿ ڪئو!

سنڌي نينگري پنهنجي ڪردار ذريعي حب الوطن جو جيڪو اعليٰ مثال پيش ڪيو آهي، اهڙو دنيا جي ٻي ڪنهن به زبان جي شاعريءَ ۾ يا تاريخ ۾ نظر نه ايندو. وطن جي محبت جو ان کان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو مثال ٿي سگهي ٿو، جو بادشاه جي هر چيز کان نفرت ڪرڻ سان گڏ وگڏ کيس اهوئي عرض ڪري ٿي ته:

جي پويون ٿئي پساهه، ته نجاهه مڙهه ملير ڏي

هوءَ عمر کي چوي ٿي ته جيڪڏهن تو منهنجو لاش منهنجي مٽيءَ وطن ملير ۾ پهچايو ته آءٌ ائين سمجهنديس ته آءٌ جيئري آهيان:

ميائي جياس، جي وڃي مڙهه ملير ڏي.

از قاضي علي اڪبر درازي

# سچل سرمست - معلم اعظم

اين سخن ڪئي شعر باشد اي پسر
اين هم ذڪر است، آيات و خبر

معني- منهنجا پٽ! هي منهنجو سخن شعر نه آهي، مگر الله جو ذڪر،
قرآن جون آيتون ۽ حضور پاڪ صلعم جون حديثون آهن،

شاهنشاه عشق شاعرهفت‌زبان حضرت سچل‌سرمست جو ڪلام الاهي الهام طالب المولي لاءِ روز روشن جيتري روشني رکي ٿو، جنهن جي روشني کان عرفان الاهي جا باريڪ کان باريڪ سر ۽ اسرار، راز ۽ رموز پوشيده رهي نٿا سگهن. جن مخفي رازن کي سمجهڻ لاءِ طالب‌المولي کي جهد ۽ ڪشالا ڪڍڻا پوندا هئا، اهي هن آسانيءَ سان سمجهايا ۽ ذهن‌نشين ڪرايا آهن. حضرت انسان جي تخليق جو مقصد معرفت الاهي حاصل ڪرڻ آهي. هن معلم اعظم جو سمورو ڪلام انهيءَ ڏس ۾ چيل آهي. سندس ڪلام ۾ انسان ذات کي صرف انهيءَ هڪ مقصد لاءِ بار بار وڏي واڪي سان بلڪل بيباڪيءَ سان موثر ۽ جاذب طريقي سان ترغيب ڏني ويئي آهي. اها تعليم اهڙي ته سهل ۽ دلڪش نموني سان ڏنل آهي جو لاجواب آهي.

جهڙي طرح ننڍڙي ٻار کي سمجهائڻ ۽ تعليم واسطي رغبت ۽ شوق پيدا ڪرڻ لاءِ استاد مٺڙا مٺڙا الفاظ جيئن ته پٽ، ٻچا، بابا، ادا، نوجوان، او شاگرد، او طالب مولي

استعمال ڪري سمجهائيندو آهي، ۽ دلپذير ۽ دلڪش مثال پيش ڪندو آهي، ٿورڙي طرح
هن استاد ڪامل طالب حق جي لاءِ مٺيان الفاظ استعمال ڪري، عجيب ۽ انوکا مثال پيش
ڪري، اول کان آخر تائين جامع ۽ مڪمل تعليم ڏني آهي ۽ ڪا ڪمي باقي نه ڇڏي آهي،
جو بي ڪنهن استاد جو مرهون منت ٿيڻو پوي. هن پنهنجي فارسي ڪلام مثنوي گداز نامه،
مثنوي رهبر نامه ۽ مثنوي راز نامه ۾ سمجهاڻيون ڏنيون آهن. هن هيٺ چند اشعار پيش
ڪيا وڃن ٿا.

مثال پهريون (فانوس)

١- همچو فانوس هست جسمت اي پسر — شد چراغ نور جانت سر بسر
٢- اندرونش شد چـــراغ آن نهان — پاره کن فانوس را اي نوجوان
٣- تا شد پيدا چراغ افروز جان — دور کن تن و جسم را درميان

معنيٰ- اي پٽ تنهنجو جسم فانوس وانگر آهي، تنهنجي جان شمع جو نور آهي، تنهن
جي جسم ۾ اندر ڏيئو لڪل آهي؛ تنهنڪري تون ان جسم کي ڀڃ ته پوءِ اهو روشن ڏيئو
ظاهر ٿئي. تون جسم ۽ جان کي دور ڪر ته نور روشن ٿئي. انهيءَ جسم کي ڀڃڻ ۽ ڳارڻ
لاءِ مثنوي گداز نامه ۾ فرمائي ٿو :

عام را راه خدا روزو نماز — خاص باشي جان تن را کن گداز

معنيٰ- عام ماڻهن لاءِ الله جو رستو روزو ۽ نماز آهي، مگر جيڪڏهن تون خاص ٿيڻ
چاهين ته پنهنجي جسم کي ڳار ۽ فنا ڪر ته تو ۾ نور روشن ٿئي.

مثنوي وحدت نامه ۾ فرمائي ٿو:-

اي ز وحدت ڪثرت بين — قند مصري و شکر بين
در اصل نيشکر بين — زو همين هر اثر بين
هست يکسان نه دگر بين — اي پسر کن تو نظر بين

معنيٰ- اي پٽ! تون ڪثرت ۽ وحدت سمجھ. تون جو هيءُ ڳڙ، مصري ۽ کنڊ
ڏسين ٿو، اهي در اصل ڪمند جي پيدائش آهن، مگر انهن جا نالا نرالا آهن. تون اهو سڀ
هڪ سمجھ. انهيءَ تي ڪجھ غور ڪر.

اي تو در اصل طلا دان — زو زيوران نما دان
ہ يک اسم روان دان — اسم در آن فنا دان
اصل را همچو بقـا دان — نہ همين دان نہ هما دان

معنيٰ- اي دوست تون سون ڏانهن نگاهہ ڪر- ان منجهان جدا جدا زيور ٺهن ٿا، جنجا جدا جدا نالا آهن. اهي نالا فاني آهن. اهي ڳاربا تہ ساڳيو وچي سون بچندو جو بقادار آهي.

بي هنڌ فرمائي ٿو:-

پاڪ ذات اندرون تو — گم گشتي و شـوي او
من نہ‌م اوست هميگو — هست آن احد مدان دو
دست از خويشتن شو — راست گفتم بيان نو

معنيٰ- اها پاڪ ذات تو منجهہ سمايل آهي. تون پاڻ کي گم ڪر ۽ تون خودذات بڻجي پئُ. هيءَ ٻڌائيندڙ مان نہ آهيان، اهو پاڻ (الله) اوهانکي ٻڌائي رهيو آهي. هوهڪ آهي تون ٻہ نہ سمجهہ. تون پاڻ تان دستبردار ٿيءُ. هيءَ نئين ڳالهہ آهي، مگر مان سچي سچي ڳالهہ ٻڌايان ٿو.

هن اقليمہ سخن جي تاجدار شاعر جو شعر سمورو الهامي آهي، جو بيخوديءَ واري حالت ۾ چيل آهي. ”ديوان آشڪار“ ۾ فرمائي ٿو :

من نمي گويم — يار مي گويد بگو

معنيٰ- مان نٿو چوان مگر اهو يار چوي ٿو تہ چؤ.

انهيءَ ڪري هن سرمست جو ڪلام اهل دل ۽ اهل نظر ئي سمجهي سگهندا. طفل مڪتب ۽ سطحي سمجهہ وارن جي سمجهہ کان گهڻو مٿي آهي، جيئن پاڻ فرمائي ٿو:-

اين سخن عشق است نئي شاعريست
ڪئي خسان دانند اين اشعار ها

معنيٰ- هيءُ منهنجو سخن عشق جو آهي ۽ شاعري نہ آهي، مگر ڇنن کي ڄاڻ ڪيئن پوندي؟

(سنڌي ادبي سوسائٽي، اسلاميہ ڪاليج سکر طرفان، يوم سچل سرمست جي موقعي تي منعقد ڪيل ادبي ڪانفرنس ۾ پڙهيو ويو.)

**مس حسن بانو ميمڻ**
ايم. اي. پريويس سنڌي

# ممتا جي تلاش

منھنجا قدم ٿڪجي چڪا آھن، ذھن سوچڻ ڇڏي ڏنو آھي، اکين جي جوت جھڪي ٿي چڪي آھي، پيرن پنڌ ڪرڻ کان انڪار ڪيو آھي ۽ اکين وڌيڪ ڏسڻ کان نابري واري آھي. اداس اکيون ڪٿي وري ھڪ دفعو نھاريم، ڳوٺ جي ڳلي ڳلي گھميس، شھر جي گھٽيءَ گھٽيءَ ۾ واجھايم، ڪکن پنن ڏي نھاريم، پکن پکڻن کان پڇيم، عزيزن دوستن کي التجا ڪيم، پر ڪير نٿو ٻڌائي، ڪير نٿو ڄاڻي، ڪير مونکي نٿو سمجھائي. مان اداس پريشان ھر طرف نھاريان ٿو. منھنجون اکيون تہ ھاڻي واجھائي ٿڪجي چڪيون آھن. امڙ تون ڪٿي آھين ؟

ماءُ، پياري ماءُ، مٺڙي ماءُ، جيجل امڙ، محبت جو سرچشمو، قربانيءَ جو مجسمو، خلوص جو درياءُ، جنھن جي قدمن ھيٺان جنت آھي. الله تبارڪ و تعاليٰ جنھنجو مرتبو بلند ڪيو. ماءُ جنھن عورت جي عظمت کي بلند ڪيو. اڄ ان امڙ کي ڳولي رھيو آھيان. پر امڙ ڪٿي بہ نظر نٿي اچي.

ساٿين سمجھايو، دوستن ٻڌايو، تہ ماءُ اھا آھي، جيڪا ٻار کي جنم ڏيئي رھي آھي. پر مونکي پروسو نٿي ٿو اچي تہ اھا ڪا امڙ ٿي سگھي ٿي؛ ڇاڪاڻ جو مونکي انھيءَ ماءُ جي تلاش ھئي، جيڪا خلوص ۽ قرباني جو مجسمو آھي.

ماءُ هر جاءِ تي امڙ کي ڳوليان ٿو، جيڪا پنهنجي اولاد کي مٺيون لوليون ڏئي ٿي، پنهنجي لخت جگر کي سيني سان لڳائي، طارق ۽ خالد جي بهادريءَ جا قصا ٻڌائي ٿي. اهڙا ماءُ جا پنهنجي ٻچڻ کي خدا ۽ سندس رسول جي فرمان کان آشنا ڪري ٿي. اهڙا امڙ جا برائي کان پرهيز سيکاري ٿي. اهڙا امڙ جنهن کي دنيا ۾ صرف اولاد سان محبت آهي، جنهن جي زندگيءَ جو سرمايو صرف اولاد آهي، جا ممتا جو بينظير مثال آهي.

ماءُ ان رستن تان لنگهيس جتي خوب هنگامو هو، جتان جي دنيا روشن هئي، ۽ جتي رات جاڳي رهي هئي ۽ اها ڏينهن کان وڌيڪ روشن هئي. مون انهن بلند بلند مڪانن کي ڏٺو، جي آسمان کي ڇهڻ جي تياري ڪري رهيا هئا، رات کي روشن ڪندڙ بتين کي ڏٺم، جن چنڊ جي مٺيءَ ٿڌيءَ روشنيءَ جي اهميت دنيا جي دلين مان ڪافور ڪري ڇڏي هئي، انهن انسانن کي ڏٺم، جن تارن جي سيج کي وساري ڇڏيو هو. بي حس انسان، انسانيت جي دائري کان دور، جن جون عمارتون بلند ۽ دليون ڪوٺيون هيون، جن جون تجوريون دولت سان ڀريل ۽ دليون خلوص کان خالي هيون. هو انسان گهٽ ۽ مشين زياده هئا، جن جو هر لمحو دنيا کي رنگين بنائڻ لاءِ صرف ٿي رهيو هو. هتي سر ۽ تال تي انسانن جا بلند آواز ٻڌم، جن ونڻ ٽڻن، جيتن جڻن، پکين پکڻن جي حمد و ثنا کي فراموش ڪرائڻ ٿي چاهيو.

امڙ کي ڳولڻ لاءِ هڪ بلند مڪان ۾ گهڙيس هڪ سينگاريل سهڻي گڏي ڏٺم، دل چاهيو ته ان کان امڙ لاءِ پڇان، هٿ لائي ڏسان. غور سان ان ڏي نهاريم. گڏيءَ ۾ چرپر ٿي، مان حيران ٿي ان کي ڏسندو رهيس. هن پرس لوڏي آيا کي هدايت ڪئي ته بابوءَ کي ڊاڪٽر ڏي ڪٺي وڃ. آيا عرض ڪيو: هڪ دفعو ته بابوءَ کي پيار ڪريو. هو ماءُ جي پيار لاءِ تڙپي رهيو آهي. پر گڏيءَ کي آفيس کي دير ٿي رهي هئي. هوءَ هلي وئي.
ماءُ اڳتي وڌيس. گلاب جي گل جهڙو ٻچڙو ليٽيو پيو هو. هن جون اکيون در ۾ کتل هيون. نه معلوم ڪنهن جو انتظار هوس، نه معلوم ڪنهن ڏسي رهيو هو. شايد امڙ! هن جا ڳل بخار کان تپي رهيا هئا، هن شدت کان رڙڻ شروع ڪيو. ڪجهه بخار جي ڪجهه امڙ جي نه اچڻ جي ڏک ڪري. آيا هن کي دڙڪا ڏئي چپ ڪرايو. ماءُ سهي نه سگهيس. آيا کان پڇيم تون هن کي ڇو ٿي مارين؟ آيا بگڙي وئي. چي: هي ممي لاءِ رئي ٿو. بيگم صاحب کي آفيس کان ۽ ڪلب کان فرصت ئي نه آهي. هي ٻي جا ضد ڪري رهيو آهي، ته بيگم صاحبه مون کي ڪڍي.

آيا اڻ پڙهيل جاهل هئي، پر ٻار هڪ پڙهيل خاندان جو چشم و چراغ هو، هڪ تعليم يافته گهر جو ٻار هو. تعليم جنهن کي زماني اهميت ڏني آهي، جنهن لاءِ اهو چيو ٿو وڃي ته ماءُ پڙهيل هوندي ته ٻار به ضرور سڌريل هوندو، پر اڻ پڙهيل ماءُ ڪڏهن نه ڏٺو ته ان جي ڪُکَ مان جنهن معصوم جنم ورتو، اهو نوڪرن جي زير سايه مظلوم زندگي بسر ڪري رهيو آهي.

مان هن جي پٺيان ويس، ته جيئن سندس مامتا جو اجهامندڙ چراغ وري ٻاري سگهان. هوءَ آفيس جي ماحول ۾ سڀ ڪجهه وساري غير مردن سان محو گفتگو هئي. هوءَ هڪ چرندڙ ڪٺ پتلي هئي. هر جاءِ تي گُڏيون ڏٺم. ڪلب ۾ لنگهي ويس. عيش و عشرت جو ڏيکيل نالو عظيم عورت غير مرد سان ڊانس ۾ مشغول هئي. با غيرت مرد ڪلي رهيو هو. پيءُ خوش هو. ڀاءُ پنهنجي ڀيڻ ڏي نهاري فخر ۾ سر بلند ٿي ڪيو، ڇا لاءِ جو انهن جي ماءُ، ڀيڻ، ڌيءَ ۽ زال کي ٻيا ماڻهو حريص ۽ پسنديده اکين سان ڏسي رهيا هئا.

شهر جي هر ڪنڊ ڪڙڇ ۾ گڏيون ڏٺم، جن کي دنيا جي ڌنڌن کان فرصت نه هئي، جن کي پنهنجن دوستن احبابن کان واندڪائي نه هئي، جن کي اگر وقت نه هو ته صرف اولاد لاءِ نه هئن، جن کي هنن جي اشد ضرورت هئي. اگر اولاد تي ڪجهه لمحا انهن سان گذارين ٿيون ته ٻارن کي سوسائٽي ۽ ماحول جا آداب سيکاريا ٿي ويا. هنن وٽ مذهب جي ڪا به وقعت نه هئي.

هڪ هنڌ صف ماتم وڇايل ڏٺم، دل ڌهلجي وئي. سوچيم هن وقت ان ماءُ جو حال ڇا هوندو، جنهن کي اولاد کان وڌيڪ آفيس ۽ ڪلب پياري هئي. اندر لنگهي ويس هوءَ خاموش هئي. هن جي اکين ۾ لڙڪ نه هئا، ڇا لاءِ جو روئڻ فيشن جي خلاف هو. هوءَ ته مردن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي هلي رهي هئي. اها ڪيئن پنهنجي لخت جگر جي لاش تي ڳوڙها ڳاڙي. هن جو سينگار، هن جو ميڪ اپ جو هن قدرت کي شڪست ڏئي پاڻ کي خوبصورت بنائڻ لاءِ ڪيو هو، اهو خراب ٿي ويندو.

مون کي ان گڏيءَ کان نفرت ٿي وئي. مان ان شهر کان پري تمام پري هليو آيس، جيڪو انسانن جي روشن دنيا کان پري هو. تمام پري. هت نه رات روشن هئي نه وري چنڊ، ستارن کي ڪير فراموش ڪرڻ وارو هو. شايد اتي امن ملي، پر هت ته بک افلاس دنيا جا ظلم و ستم، دک جا دونهان، نظر آيا. ڏکن جون ڏاريل دليون ڏٺم، وسوڙيل منهن ڏٺم،

لاغر ۽ اڌ اگهاڙا جسم ڏٺم. ماءُ کي اولاد کان وڌيڪ ڳڀي جي ڳولا هئي، لولين بدران مار ڏيندو ڏٺم. ڇاتيءَ جو کير ڏيڻ بدران ڇماٽون هڻندو ڏٺم. زماني جي زيادتن ڪانئس اولاد جو پيار کسي ورتو هو. پر ان هوندي به ان کي اولاد ڪجهه ڏٺم. افلاس کان تنگ ٿي جڏهن ماريائينس ٿي، تڏهن ڳوڙهن ڳڙيل اکين سان ان ڏي نهاريائين ٿي. ڏک ۽ بک ۾ به کيس اولاد جو ساٿي ڏٺم.

مان موٽي آيس. انهن وڻن جي ڇانو کان پري، انهن ڪچين پٽين کان دور، انهن ڇپرن جي ڇانو کان پري، جي قدرت جا نظاره هئا، جتي هر طرف ساوڪ هئي، جتي محنتي انسان جي خدمتن مان پيدا ڪيل وڻ ۽ ٻوٽا هئا، جتي دنيا کي زنده رکڻ جو مواد هو، جتان جي زمين پنهنجي خون سان دنيا جي پيٽ جي اڃ اجهائڻ جا وسيلا ٿي ڪيا. مان اتان واپس آيس، ڇا لاءِ جو سون کي مامتا جي تلاش هئي. مان ماءُ کي ڳولي رهيو هوس، پر امڙ نه ملي، جتي امڙ هئي، اتي بک ۽ افلاس هو، ڏک هئا، دلسوز دانهون هيون، دنيا وارن جا ظلم ۽ سرمايـدارن جا قهر هئا. جتي زندگيءَ کي خوش رکڻ جو مواد هو، جتي جون راتيون رنگين هيون، جتي زندگي هڪ عيش و عشرت جو نالو هو. اتي امڙ نه ملي. امڙ جا پرخلوص هنجي.

سائنس ترقي ڪري رهي آهي. سڀ چون ٿا ته اسين هاڻي هڪ سڌريل قوم بڻجي چڪا آهيون، اسان هاڻي آسمان جي بلندين تي پهچڻ جي تياري ڪري رهيا آهيون، اسان چنڊ کي فتح ڪيو آهي.

پر اي انسان! اها تنهنجي فتح نه، شڪست آهي. تو دنيا جي هر چيز کي ترقي ڏياري پر تو اسان کان ماءُ کسي ورتي. جا امڙ هئي، جيجل هئي، خلوص جو بيڪران بحر هئي.

مان موٽي ان جاءِ تي اچان ٿو، جتي دنيا جي چوڻ مطابق امڙ ننڊ پئي آهي. ڪير ڄاڻي منهنجي امڙ ڇا هئي؟ بک ۽ افلاس جو مجسمو يا هلندڙ ڦرندڙ ڳنڍڙي.

ڪاش! ڪير ٻڌائي ته امڙ ڪاڏي وئي!

**عبدالمجيد قريشي**
**بي-اي-سال آخر (١٩٦٨-٦٩)**

# سر زمين سکر - علم جو مرڪز

جهڙيءَ طرح اروڙ سنڌ جو قديم شهر آهي، اهڙيءَ طرح بکر به تمام قديم آهي. بکر ان وقت به موجود هو، جڏهن محمد بن قاسم اروڙ تي حملو ڪيو هو. مشهور مورخ بلاذري پنهنجي ڪتاب ”فتوح البلدان“ ۾ الرور ۽ بغرور جا نالا گڏ آندا آهن. جهڙيءَ طرح الرور اروڙ جو عربي تلفظ آهي، اهڙيءَ طرح ”بغرور“ بکر جي عربي پڙهڻي آهي.

سکر جي سر زمين قديم زماني کان علم ۽ فن، صنعت ۽ حرفت جو هڪ اهم مرڪز ٿي رهي آهي. اسلام کان اڳ به هن سر زمين کي سنڌ ۾ اهم حيثيت حاصل هئي. عربن جي دور ۾ به سندس ساڳي حيثيت قائم رهي. اروڙ ۾ ثقفي خاندان جا عرب اچي متوطن ٿيا، جنجي هٿ ۾ قضا جو محڪمو هو، ۽ سڄي سنڌ ۾ شرعي فيصلن جي نگراني ڪندا هئا. نه فقط ايترو پر هو ديني ۽ دنيوي علمن جي تعليم به ڏيندا هئا. انهيءَ ئي خاندان جي هڪ فرد ”فتح نامه سنڌ“ لکيو، جنهن کي سنڌ جي تاريخي ڪتابن ۾ بنيادي ماخذ جي حيثيت حاصل آهي. سنڌ جي پهرين تاريخ قلمبند ڪرڻ جو شرف سڄي هندستان ۾ فقط اروڙ جي شهر کي ئي حاصل آهي. هي ڪتاب اصل ۾ عربي زبان ۾ لکيل هو. قباچه جي ڏينهن ۾ ابوبڪر ڪوفي انجو فارسي ۾ ترجمو ڪري مٿس ”چچ نامه“ نالو رکيو. هينئر اصل عربي ڪتاب ناپيد آهي.

باقي فارسي ترجمو موجود آهي، جنهن کي علامه دائود پوٽي مرحوم ايڊٽ ڪيو آهي. انجا سنڌي، انگريزي ۽ اردو ترجما به ٿي چڪا آهن.

اروڙ جي ويرانيءَ کان پوءِ جڏهن بکر کي مرڪزي حيثيت ملي، ته بکر به علم ۽ فضل جو مرڪز ٿي رهيو. ستين صدي هجري ۾ حضرت شيخ نوح بکري وڏو عالم ۽ بزرگ ٿي گذريو آهي. سندس مقبرو بکر ۾ ريلوي رستي لڳ آهي. هو سهرودي سلسلي جي باني حضرت شهاب الدين سهروردي جو خاص خليفو هو. حضرت مخدوم صاحب بکر ۾ ديني تعليم ڏيندو هو ۽ حق جي طالبن جي رهبري ڪندو هو. انهيءَ ئي صديءَ ۾ سيد محمد مڪي اچي بکر ۾ رهيو. سندس مزار سکر ۾ ڊپٽي ڪمشنر جي بنگلي جي هيٺان آهي. سندس فرزند شاه صدرالدين خطيب بکر ۾ درس ڏيندو هو. انجي مزار بکر ۾ مشهور زيارتگاه آهي. بعد ۾ بخاري سادات به اچي بکر ۾ رهيا ۽ بکر علم جو مرڪز بنجي ويو. ١٣٣٤ع ۾ ابن بطوطه مشهور سياح سنڌ ۾ آيو. هن بکر جي عالمن سان ملاقاتيون ڪيون ۽ ڏاڍو متاثر ٿيو. بکر جي علمي حالت جي ڏاڍي ساراه ڪئي اٿس. سمن جي ڏينهن ۾ سلطان محمد تغلق جڏهن ٺٽي کان ناڪام ٿي موٽيو، ته هو بکر جي عالمن سان مليو، ڪائنن ڏاڍو متاثر ٿيو، ۽ کين خلعتون ڏنائين.

ارغونن ۽ ترخانن جي ڏينهن ۾ ته بکر ۽ سکر علمي لحاظ کان وڏي ترقي ڪئي. سکر جي مدرسي کي يونيورسٽيءَ جي حيثيت ملي وئي. اهو عظيم علمي مرڪز ميرڪ بايزيدپوراني ۽ سندس اولاد هلائيندي رهي. هو بکر جو شيخ الاسلام به هو. بکر جي مدرسي ۾ ديني تعليم سان گڏ علمي ۽ فني تعليم به ڏني ويندي هئي. هندو پاڪ ۾ هي پهريون مدرسو هو، جتي جاميٽريءَ جي به تعليم ڏني ويندي هئي.

مغلن جي ڏينهن ۾ جيڪي بکر جا گورنر مقرر ٿي آيا، انهن مان به گهڻا علم جا قدردان هئا، جنهنڪري علمي چرچو قائم رهيو. ان دور ۾ سکر جي سر زمين نه فقط عالم، اديب، شاعر ۽ درويش پيدا ڪيا، پر سنڌ جو پهو عظيم مؤرخ به هن ئي شهر جو امير ۽ اهلڪار هو. اهو هو شاعر، اديب ۽ مؤرخ مير معصوم بکري، جنهن سنڌ جي تاريخ تي محققانه ڪتاب لکيو، جنهن کي "تاريخ معصومي" سڏيو وڃي ٿو.

انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ کانپوءِ نئين تهذيب ۽ نئين تعليم منهن ڪڍيو. سکر ۾ هڪ سنڌي اسڪول ۽ هڪ انگلو ورنيوڪيولر اسڪول وجود ۾ آيا. بعد ۾ غريب آباد ۾

ڇوڪرين لاءِ هڪ سنڌي اسڪول قائم ٿيو. انگريزن جا پار به پرائمري سنڌي پڙهائيندا هئا. انهن نون اسڪولن کانسواءِ مسجدين سان لڳ ديني مدرسا به قائم هئا. غريب آباد جي سفيد مسجد ۾ مولانا محمد عظيم ۽ وچ شهر واري مسجد ۾ مولانا عبدالرحمان ديني تعليم ڏيندا هئا. ان کان سواءِ سکر پراڻي ۾ جيلاني مسجد ۾ به مدرسو هو. غير مسلم حڪومت هئڻ سبب مدرسن کي ڪا به سرڪاري امداد نه ملندي هئي. ان هوندي به اسلام جا سچا عاشق ڏک ۽ بک تي رهي به ديني تعليم جي شمع روشن رکيون آيا.

١٨٨٠ع ۾ عيسائي مشنري طرفان انگريز عملدارن ۽ مقامي سرمايدارن جي اولاد لاءِ سينٽ سيريز ديول ۾ مشن اسڪول قائم ڪيو ويو. بعد ۾ اردو اسڪول به قائم ٿيو. منشي پيربخش جي ڪوشش سان نئين ڳوٺ ۾ سنڌي اسڪول قائم ٿيو. سکر پراڻي ۾ سنڌي اسڪول به قائم ٿيو ۽ ڇهن درجن تائين انگريزي اسڪول به وجود ۾ آيو. ان کانپوءِ اسڪول ۽ پاٺشالائون کلنديون ويون. بندر تي خانگي اسڪول قائم ٿيو جنهن ۾ انگريزي ڇهن درجن تائين تعليم ڏني ويندي هئي. هندو نينگرين جي انگريزي تعليم لاءِ پي. پي. سي. گرلز هاءِ اسڪول قائم ٿيو. هنري سکيا لاءِ وڪٽوريا ٽيڪنيڪل اسڪول قائم ٿيو. غريب آباد ۾ ميونسپل طرفان سنڌي اسڪول قائم ٿيو. هندن طرفان سنسڪرت زبان ۽ ديوناگري لپي جي سکيا لاءِ پاٺشالائون قائم ٿيون.

اخبار نويسيءَ جو دور شروع ٿيو، ته سکر مان به ٻه اخبارون ”الحق“ ۽ ”آفتاب سنڌ“ نڪرڻ لڳيون. پوءِ ته پيون به ڪيتريون ئي اخبارون نڪتيون جهڙوڪ: سنڌ زميندار، سنڌي وغيره.

ورهاڱي کانپوءِ هندن جي لڏپلاڻ سبب تعليم کي ڪاپاري ڌڪ لڳو، پر مسلمان جلد پاڻ سنڀالي ويا. ڪيترائي خانگي اسڪول قائم ٿيا. نه فقط ايترو، پر اعليٰ تعليم لاءِ اسلاميه ڪاليج قائم ڪيو ويو، جتي هيئنر ايم-اي تائين تعليم ڏني وڃي ٿي. هيئنر ته ڪاليجن جو تعداد به وڌي ويو آهي. هنيئر سکر هر لحاظ کان ڏينهون ڏينهن ترقيءَ تي آهي. علمي ترقي به ٿي رهي آهي، ته صنعت و حرفت جي سلسلي ۾ به ڪافي ڪجهه ٿيو آهي ۽ ٿي رهيو آهي.

---

**شبير حسين ڪوسو**
انٽر آرٽس

# لاکين جو دڙو

سکر شهر جي اتر اولهه، ڪنڌ ڪوٽ تي اٽڪل ٽن ميلن جي مفاصلي تي ويران شهر جا کنڊرات آهن. انهن ويران دڙن جي ويجهو منهنجو ڳوٺ آهي. انهيءَ ڪري ننڍپڻ کان ئي کنڊرات ڏسندو اچان. انهيءَ دڙي کي ”لاکين جو دڙو“ ڪري سڏيو ويندو آهي، ۽ چئن پنجن ميلن ۾ ڦهليل آهي. ان مان اندازو ٿئي ٿو، ته هي تمام وڏو شهر هو. پسگردائيءَ جي جي ماڻهن جو چوڻ آهي، ته موهن جي دڙي وانگر غرق ٿيل شهر آهي.

هن دڙي جو گهڻو حصو هيٺئين آباديءَ هيٺ اچي ويو آهي، ان هوندي به ننڍا ننڍا دڙا قديم ويران شهر جي شاهدي ڏيئي رهيا آهن. برسات پوڻ کانپوءِ ٻار سرن لاءِ کوٽائي ڪندي يا ٻير وارين زمينن ۾ هر ڪاهيندي ڪڏهن زيور، سڪا ۽ ٻيون شيون نڪرنديون رهيون آهن. والدصاحب ٻڌايو ته اٽڪل ڏهه سال اڳ هڪ کوٽائي کي هڪ سوني نٿ هٿ آئي هئي. بعد ۾ ٻي هڪ کوٽائي کي به نٿ ملي هئي.

مون جڏهن پنهنجي استاد محترم پروفيسر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي کي دڙي بابت ڳالهيون ٻڌايون ته هن آثارقديم جي حقيقت ۽ اهميت کان واقف ڪيو، ۽ دڙي جي جانچ پرتال جو شوق پيدا ڪيو. ان کانپوءِ مون دڙي جي کوٽها ڦولها ڪندي ٺڪر جون ڀڳل ڪنگڻيون ٻٺر جا چاقون، ٺڪر جي ٿانون جا ڪجهه ٽڪرا ۽ مڏا آٽي کين ڏيکاريا. ان کانپوءِ پاڻ هلي دڙو گهميائون ۽ شيون هٿ ڪري آياسون. استادي محترم جو اندازو آهي، ته هي شهر ٻٺر جي دور ۾ به آباد هو. ويندي سڌريل دور تائين آباد رهيو آهي. جڏهن اروڙ

**هاڪڙي** درياه تي سنڌ جو مشهور شهر هو. ان زماني ۾ سنڌو درياه تي هي شهر سنڌ جو ٻيو عظيم‌الشان شهر هو. موجوده سکر انهن ڏينهن ۾ فقط مهاڻن جي وستي هئي. سکر تي اهو نالو ۾ هڪ مهاڻي جي نالي پٺيان پيل آهي. جيئن ته اجا تائين اسانکي هتن دڙن مان عربن جي دور يا ان کانپوءِ جي دور جون ڪي شيون هٿ نه آيون آهن. ان ڪري استاد محترم جو خيال آهي، ته هي شهر عربن جي فتح کان اڳ ويران ٿي چڪو هو. آثار قديم جي ماهرن کي هن دڙي طرف ڌيان ڏئي گهرجي.

دڙي ۾ جاين جا جيڪي بنياد ظاهر ٿيا آهن، تن مان ڪي اهڙي جوڻي ڪچ سان لنبيل آهن، جهڙو موهن جي دڙي مان به مليو آهي. جاين جا ڪمرا گهٽ ڪري ۱۰ × ۱۰ فوٽن جا آهن. هتان جيڪي سرون مليون آهن، سي ٻن قسمن جون آهن: هڪ قسم جي سر فوٽ ڊگهي ۽ اٺ انچ ويڪري آهي، ٻئي قسم جون سرون ننڍيون آهن ۽ ڏيڍ انچ کن ٿلهيون آهن.

اڳي کوٽائن ۾ ڪي سڪا به هٿ آيا هئا، جيڪي عرب واپاري ڇڏيا. سندن چوڻ آهي ته انهن سڪن تي ڏاند جي شڪل چٽيل هئي. ان مان معلوم ٿئي ٿو، ته اهي موهن جي دڙي واري زماني جي مهرن جهڙا سڪا يا اهڙي قسم جون ڪي ٻيون شيون هونديون. کوٽائن پڌايو، ته سکر براج کان گهڻو اڳ جڏهن سکر واهه جي کوٽائي ٿي رهي هئي، تڏهن کوٽائي ڪندڙن گڏهن وارن کي سڪن جو وڏو تعداد هٿ آيو، جيڪي گڏهن جا ٻورا ڀري راتو واهه گم ٿي ويا. سکر واهه هيٺئر رد ڪيو ويو آهي.

قديم زماني ۾ هڪ واهه شهر جي وچان وهندو هو، چاڪاڻ جو هن دڙن وٽ کوٽائن ڪي هڪ شاخ تي پل پڌري ٿي. انهيءَ پل جون سرون کوٽائن ڪيدي وچي جابون جوڙايون جنهنڪري هيٺئر پل جو نشان ئي نه رهيو آهي. پڪيءَ پل جي موجودگي پڌائي ٿي، ته هي هڪ سڌريل شهر هو.

چيو وڃي ٿو، ته ڪجهه عرصو اڳ اتان ڪپڙي جا تمام ڳريل ٽڪر به هٿ آيا هئا. ان کانسواءِ ڪچ جا مڻيا، هڏن مان ٺهيل مڻيان ۽ ٻيون هڏن مان جڙيل عورتن جي سينگار جون شيون هٿ ايندڙيون رهيون آهن. ٺڪر جي ٿانون جا جيڪي ٽڪرا مليا آهن، انهن مان گهڻن تي ڪاري رنگ جي چٽسالي ٿيل آهي، جيڪا اڄ به نروار بيٺي آهي. دڙي ۾ هڪ هنڌ ڀاڻيءَ جي کوهيءَ جا نشان به ملن ٿا، جنهن جو منهن الڪل ئي ٽوٽ آهي.

لالاڻي عبدالقيوم ”سليم“
ايم- اي- پريويس (انگلش)

(ڪهاڻي)

# عيدو

جيئن ئي آفيس کان موٽيس ته گهٽيءَ ۾ گوڙ ڏٺم. ماڻهن جو ميڙ لڳو پيو هيو. وڏي آواز سان سڀ ڳالهائي رهيا هئا. اڳتي وڌي ڏٺم، ته وچ ۾ عيدو بيٺو آهي، سندس ڪالر ڦاٽل هيو ۽ حالت عجيب هيس.

”اڄ وري وڙهيو هوندو“! دل ۾ سوچيم.

پاڙي وارا کيس دبائي رهيا هئا ته ڪي وري کيس سمجهائي رهيا هئا. مون اڳتي وڌي کيس هٿ کان ورتو، گوڙ کان ٻاهر آندو. عيدو جوش مان الائي ڇا ڇا بڪي رهيو هو.

”اڙي اڄ هاڻي ڇاجي ٻڙ ٻڙ لاتي اٿئي“ مون وري به کيس سمجهايو، نيٺ اوطاق ۾ وٺي آيو مانس.

”حرامي جي ڦر کي اهڙي مار ڪيري آهي جو ڪي ڏينهن ياد ڪندو“ عيدي ڪاوڙ ۽ جوش ۾ چيو.

”اڇا، تون ايترو داداگير ٿي چڪو آهين“ مون کيس مشڪندي چيو. ”هاڻي ته ڪجهه شرم ڪر، ايترو سارو ٿيو آهين اڃا جهيڙا نٿو ڇڏين. اڄ ڪنهن سان وري لڙائي ٿي؟“

”سائين، اهوئي سيٺ عثمان جو پٽ اسلم. اڄ وري هن هڪ غريب ڇوڪريءَ سان اسڪول کان ايندي حرڪت ڪئي، ۽ ايتري حد تائين جو ڇوڪريءَ جي رئي ۾ هٿ وڌو. ڇوڪريءَ اهڙي دانهن ڪئي جو مون کي به جوش اچي ويو. پوءِ خوب لاتامانس......“

”تون هڪ ڏينهن ڏاڍو ذليل ٿيندين، تو کي خبر آهي ته، سيٺ عثمان جي ڪيتري عزت ۽ رهائي آهي؟ جيڪڏهن هن کي خبر پئي ته انجو نتيجو تون به سمجهي سگهين ٿو. مسٽر اهي ڪم تو کي پندرهين صديءَ ۾ ڪرڻ کپندا هئا ۽ غلطيءَ سان تون ويهين صديءَ ۾ جمي پئين! پوءِ هي گهٽيءَ ۾ گوڙ ڇاجو ٿيو؟ ”اسلم بدلي وٺڻ لاءِ ٻن ٽن ماڻهن سان اڳ وٺي ٻهي رهيو ۽ وڙهي پيا سين، اهي پاڙي وارا جيڪي سيٺ عثمان کي ڌرتيءَ جو خدا ٿا سمجهن، تن اسلم جي حمايت ٿي ڪئي ۽ چيائون ٿي ته ”تنهنجي ڀيڻ ماءُ هئي ڇا؟...... پوءِ توهان ئي ٻڌايو ته جيڪڏهن اسلم جي ڀيڻ زرينه هجي ها ته پوءِ“ ڇڏ يار! اهي ڳالهيون اڄ پئسي کي سلام آهي. تو وٽ ڪار هجي بنگلو هجي ته پوءِ تنهنجي به لئه ٿي وڃي.“

”چڱو ڪارخاني جي ٻي شفٽ کي دير ٿي رهي آهي — آءٌ هلان ٿو.“ ائين چئي عيدو تڪڙا قدم کڻندو نظر کان غائب ٿي ويو. اهو دادا منهنجو دوست آهي. مونکي سندس ڳالهيون وڻنديون آهن. ليڪن پاڙي وارا کيس لچو، لفنگو ۽ بدمعاش سمجهندا آهن ۽ ۽ ڪانئس نفرت ڪندا آهن.

عيدو اسانجي گهر جي پرسان ئي هڪڙي ننڍڙي ڪمري ۾ ڄائو، سندس پيءُ کي جبري ڀرتي ڪري ٻي مهاڀاري لڙائي ۾ برلن جي محاذ تي موڪليو ويو ۽ هزارين سپاهين وانگر عيدي جو پيءُ به هميشه لاءِ موڪلائي ويو. پٺس جي موت کان پوءِ عيدي جي ماءُ گهرن ۾ پورهيو ڪرڻ شروع ڪيو ۽ عيدي کي وڏي شوق ۽ آس اميدن سان اسڪول ۾ وهاريائين، کيس آسرو هيو ته سندس پٽ هڪڙي ڏينهن وڏو ماڻهو ٿيندو. نيٺ عيدي ميٽرڪ پاس ڪئي. هڪ ڏينهن اوچتي سندس ماءُ مالڪ جي گهر ۾ ڪم ڪندي، سندس ڏکي ڏاڪڻ تان ڪري پئي. روح ۽ جسم جو رشتو برقرار نه رهي سگهيو.

ليڪن...... عيدي کي پنهنجي ماءُ جي موت جو اهو فائدو مليو، جو گهڻن ڏينهن کان بيروزگار رلڻ جي ڪري، انهي ڪارخانيدار مالڪ پنهنجي مل ۾ اسي رپي جي پگهار سان هيلپر ڪري کنيو، ۽ اهڙي طرح سان سندس زندگي گذرڻ لڳي. پاڙي ۾ ڪنهن سان واسطو نه رکندو هيو، ليڪن مون سان گهڻو مانوس هيو، ڇو جو ننڍپڻ ۾ به گڏ گذاريو هيوسين، ماني هوٽل تي کائيندو هيو. ڪڏهن آءٌ کين پاڻ سان گڏ ماني کارائيندو هيس.

ٽيويهن، چوويهن سالن جو اچي ٿيو هيو، هڪ ڏينهن موج ۾ وٺا هياسين. پڇيومانس، ”شادي جو ڪڏهن خيال آهي؟ ٽيٽي واري زال کي ايترو انتظار نہ ڪراءِ!“ ”اڙي سائين پنهجي زندگي سان پئي جي زندگي خراب ڪيان؟ ويٺي هجي پيءُ ماءُ جي گهر!!“

”باقي هي منڊي ڪنهن جي قسمت ۾ آهي؟“

”نہ سائين! هي منهنجي ماءُ جي منڊي آهي. مان هي ڪنهن کي نٿو ڏيڻ چاهيان، زندگي کان بہ پياري...... هن منڊي کي چمي ڏيندي چيو، اهائي تہ منهنجي جيجل امڙ جي نشاني آهي.“

اها سون جي منڊي عيدي جي آڱر ۾ هميشه پئي هوندي آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن ماءُ جي ذڪر تي منڊي کي ڏسندو آهي ۽ ڏسندي ڏسندي محبت ۽ عقيدت کان انکي چمندو آهي.

پگهار تہ اسي رپيہ هيس، ليڪن گهڻو ڪري ويهين تاريخ ني ٿڪڙ تي ويندو هيو ۽ اڪثر مونکان اوڌر وٺندو هيو ۽ پهرين تي واپس ڪري ڇڏيندو هيو. ڪڏهن ڪڏهن خاص سگريٽ لاءِ بہ ايندو هيو، ”سگريٽ تہ پياريو“ مخصوص انداز ۾ کلي چوندو هيو.

”پر وري شهنشاه ٿي ويا آهيو ڇا؟“ غريبي جي لاءِ شهنشاهي جو لفظ ڪتب آڻندو هيو. کلندي سگريٽ ڇڪيندي سندس منڊيءَ جو ڳاڙهو ڳاڙهو ہڙو مونکي ڏاڍو وڻندو هيو.

صبح جو آفيس تہ سعيدان ٻڌايو: اڄ پپوءَ کي سخت بخار اچي ويو آهي، سعيدان ڪالهہ ساهيڙيءَ ڏي وئي هئي ۽ پپوءَ کي شام جو وهنجاريو هئائين. ساهيڙيءَ وري نارنگين ۽ مالٽن سان سندن تواضع ڪئي ۽ پپوءَ بہ خوب کاڌو. ڏٺومانس تہ نرڙ باه وانگر ٿي ٻريس. جلدي تيار ٿي ڊاڪٽر ڏي وٺي ويومانس. دوا وٺي اچان پيو تہ عيدو ڪارخاني وچي رهيو هيو.

”خير تہ آهي نہ؟ پپوءَ کي ڇا ٿيو آهي......“

”بخار اٿس دوا وٺي واپس گهر ٿو وڃان، خير اهڙي ڳالهہ نہ آهي“ پپوءَ کي گهر ڇڏي آفيس ڏي روانو ٿيس، آفيس ۾ ڪم ئي نہ پيو ٿئي، سڄو خيال پپوءَ ڏي هيو. موٽيس تہ پپوءَ کي وڌيڪ تيزبخار ۾ ڏٺم. سخت پريشان ٿيس، ڊڪندو ڊڪندو عيدي کي سڏ ڪيم ”جلدي وڃ ڊاڪٽر صديقي کي وٺي اچ“ عيدو گوڏ ۾ ئي هليو ويو. ڊاڪٽر آيو پپوءَ کي نمونيا جو حملو ٿيو هيو. ڪجهہ دوائون لکي ڏنائين، جيڪي سخت ضروري هيون.

سعيدان کان ڏهہ رپيا وٺي ڊاڪٽر کي في ڏنم. ”اهي آخري ڏهہ رپيا هيا. هاڻي گهر ۾ ٽڪو بہ نہ آهي.“

"تو مونکي ڀهريون چوڻ پڌايو. گهٽ ۾ گهٽ آفيس مان ته ڪنهن دوست کان وٺي سگهان ها. مونکي سعيدان تي بي حد غصو اچي رهيو هيو. ويتر ڀيڻ جي بخار به پريشان ڪيو. "توهان کي خبر نه آهي ته اڄ اٺٽيهين تاريخ آهي" سعيدان سڄو ڏوه مون تي ڪيڻ تي چا هيو.

"تو جهڙي زال......" ايتري ۾ در کڙڪيو. عيدو ٻاهر بيٺو هو.

"دوائون وٺڻ نه هلندؤ چا؟"

"هل، پر ڀهريون امداد ڏيٽا هلون ڪجهه پيسا گهرجن."

ڏٺم ته عيدي جو چهرو لهي ويو ۽ چيائين: سائين اڄڪلهه مان شهنشاه آهيان، ٻه رپيا ماني جا ٻه فورمين کان وٺي آيو آهيان.

امداد جي ڪواٽر کي تالو ڏنو پيو هيو. خبر پئي ته شڪارپور وڃي چڪو آهي، قريشي ڏي ويس ليڪن هو به ڪاليج وڃي چڪو هيو. انور مليو، پر مجبوري ڏيکاريائين. ڏاڍا جڪ لڳي رهيا هيا: هڪ سعيدان تي، ٻيو دوستن تي. امداد کي به شڪارپور مرڻو هيو. عيدو پنهنجي ليکي تڙپي رهيو هيو. نيٺ گلحسن جي دوڪان جو خيال آيو... "گلحسن ڏي ٽا هلون"

"اڙي سائين هيڏي ڪر دوائن جو پرچو... ڀيڻ کي سخت تڪليف آهي...... توهان گهر هلو"

جهٽ ڏئي پرچو وٺي روڊ ٽپي تکا تکا قدم کڻندو مون کي حيران وپريشان ڇڏي هليو ويو، پهتس، ڀيڻ جي حالت ساڳي هئي. سعيدان به پريشان هئي، منهجو انتظار عيدي ۾ هيو. اڌ ڪلاڪ اندر عيدو اچي ويو. دوائن جا بنڊل سندس هٿن ۾ هيا. مون خوشي ۽ تعجب مان دوائون وٺي اچي ڀيڻ کي ڊوز ڏنا. صبح جو ڀيڻ جي حالت گهڻو سڌريل نظر آئي. عيدي کي به منهن تي ٻرڪ هئي.

"اچي سگريٽ وٺو" عيدي سگريٽ پيش ڪيو. "پئسا ڪٿان آيا؟"

"ڇڏيو سائين اهي ڳالهيون. الله رحم ڪيو. ڀيڻ کي نئين زندگي ملي." جڏهن هن هٿ ۾ سگريٽ جهلي ڪش هنيو ته مونکي اهو ڳاڙهو ونڊڙ ٻڙو نظر نه آيو. مون سوال طلب نگاهن سان هن ڏي ڏٺو منهنجي پڇڻ کان اڳ ۾ هن نظرون چورائي چيو "شفٽ جو ٽائيم ٿيڻ وارو آهي" ائين چئي هو هليو ويو... ۽ منهنجو ڪنڌ عيدي جي عقيدت ۾ جهڪي ويو.

مس عائشه "ناز" لالائي
(بي- اي.)

(ڪهاڻي)

# قربا ني

عامر ڪاليج جي گيٽ وٽ بيٺو نغميءَ جو انتظار ڪري رهيو هو. پريان نغمه ڪي ڏسي هي تمام گهڻو خوش ٿيو.

"معاف ڪندا اڄ دير ٿي وئي، توهان کي انتظار ڪرڻو پيو." نغمه هن کان معافي گهري.

"نغمي، مان ته تنهنجي لاءِ سڄي عمر انتظار ڪري سگهان ٿو" ايتري دير ۾ گهنٽي وڳي، شاگرد پنهنجن پنهنجن ڪلاسن ڏانهن روانا ٿيا.

فري پيريڊ ۾ عامر ۽ نغمه پاڻ ۾ مليا:

"عامر اڄ منهنجي سالگره آهي، اچجانءِ"

"جيڪڏهن نه اچان ته پوءِ" عامر نغميءَ کي چيڙيندي چيو.

"ته پوءِ مان تو کان ناراض ٿي ويندس" نغمي ڪوڙي ڪاوڙ ظاهر ڪندي چيو.

"چڱو نغمه ناراض نه ٿي مان ايندس" عامر مشڪندي جواب ڏنو.

اڄ روحيءَ هال کي ڪنوار وانگر سينگاريو هو. هر ڪم خوشيءَ وچان ڪري رهي هئي. اڄ هوءَ تمام خوش هئي، ڇو ته هن جي پياري ڀيڻ جي سالگره هئي. هيءَ نغميءَ جو فوٽو کڻي ان جي فريم کي صاف ڪرڻ لڳي. فريم صاف ڪندي هن جي هٿ مان ڪري پيو. ڪنهن شيءِ جي ڀڄڻ جو آواز ٻڌي نغميءَ جي ماءُ ٻئي ڪمري مان ڊوڙندي آئي. اچڻ سان ئي روحيءَ کان پڇيائين ته "ڇا ڀڳي ڇڏيئه؟"

"صاف ڪندي هئين مان نغميءَ جو فوٽو ڪري پيو" هن ڊڄندي جواب ڏنو.
"ڏاڍو اڄ ئي فوٽو پرنٽ جو ڏيڻهن ڏلئي" هن ڪاوڙ مان چيو.
"مون کي معاف ڪيو، مونکان غلطي ٿي وئي" هن روئيندي چيو.
"ان ۾ تنهنجي غلطي نہ بلڪ تنهنجي پيءُ جي غلطي آهي، جو توکي اڃا تائين گهر ۾ وهاريو
اٿئين" ائين چئي هوءَ ڪمري ڪان نڪري ويئي.

روحي ڳوڙها اگهي، رهيل ڪم ڪري پنهنجي ڪمري ۾ آئي. اڄ شرط ئي وهاڻي ۾
منهن وجهي روئڻ لڳي. روئيندي روئيندي هن جون نرگسي اکيون سڄي پيون. هوءَ سوچي
رهي هئي، تہ جيڪڏهن اڄ مون کي پنهنجي ماءُ هجي ها تہ اهڙا تير ڪڏهن بہ
سهڻا نہ پون ها!

هوءَ جڏهن هڪ سال جي هئي، تڏهن هن جي ماءُ هن کان جدا ٿي وئي هئي. سخت
بيماريءَ ۾ جڏهن هن جا آخري پساه وڃي بچيا هئا، تڏهن روحيءَ جي پيءُ کي چيو هئائين
تہ "روحيءَ کي منهنجي آخري نشاني سمجهجانءِ" ائين چوڻ مان هن جو روح پرواز ڪري ويو
هو. هڪ سال کان پوءِ هن جي پيءُ ٻي شادي ڪئي تہ جيئن نئين ماءُ روحيءَ کي ماءُ جو
پيار ڏئي. هن جي نئين ماءُ پهريون هن کي تمام گهڻو پيار ڏنو، پر سال کان پوءِ هن جي
پيار جو مرڪز ننڍڙي نغمہ بڻجي وئي. روحيءَ جي ماتيجي ماءُ هاڻي روحيءَ کي ائين سمجهندي
هئي جيئن ڪنڊو. روحي پنهنجي ننڍي ڀيڻ نغميءَ سان بيحد محبت ڪندي هئي.

نغمي گهر پهتي تہ سڄي گهر کي اهڙو سٺو سينگاريل ڏسي ڏاڍي خوش ٿي. سڌو
پنهنجي ماءُ ڏي ويئي. ان سڄي حقيقت ٻڌايس. نغميءَ کي ڏاڍو ڏک پهتو تہ پنهنجي ماءُ کي
چيائين تہ "ان ۾ هن جو ڪهڙو قصور، ان کان فوٽو ڪري پيو هوندو" ائين چئي هوءَ
روحيءَ جي ڪمري ۾ وئي، جتي روحي سڏڪا ڀري رهي هئي. ان کي ڏسي نغمہ جي اکين ۾
بہ ڳوڙها تري آيا. اتي هن روحي کي اٿاريندي چيو "ادي اٿي تيار ٿي، مهمان اچڻوارا هوندا".
"نغمي مهمانن ۾ منهنجي اچڻ جي ضرورت نہ آهي." هن اکيون اگهندي چيو.
"ادي تون نہ هلندينءَ تہ مان بہ اتي ويٺي هونديس" نغميءَ ضد ڪندي چيو.
"نغمہ تون وڃي تيار ٿي نہ تہ دڙڪا مان کائينديس." روحي نغمہ کي سمجهائيندي چيو.
"نہ ادي تون بہ تيار ٿي" نغمہ ٻيڻ کي اٿاريندي چيو.
"چڱو نغمہ تون تيار ٿي تہ مان بہ اچان ٿي" روحيءَ مجبور ٿي چيو. نغمہ جي وڃڻ کان پوءِ

روحيءَ اڇي ساڙهي پاتي ۽ اڇا رابيل جا گل وارن ۾ وڌائين. اڄ روحي پرستان جي پري پئي لڳي. روحي جيئن ئي هال ۾ داخل ٿي، سڀني مهمانن جون نگاهون هن ڏانهن کڄي ويون. هيءَ ڪنڊ واري ڪرسيءَ تي ويهي رهي. نغمي گهڙي گهڙي دروازي ڏانهن نهاري رهي هئي، ڇو جو هن کي ڪنهن جو انتظار هيو. پنجين بجين عامر آيو. اچڻ سان ئي هن جون نگاهون روحيءَ تي پيون جا، اداس ويٺي هئي. نغمہ جيئن ئي ڪيڪ ڪٽيو، سڀني تحفن جا ڍير لائي ڇڏيا. رات تائين سالگره جي خوشيءَ ۾ راڳ ڳانو ٿيو. آخر سڀ هڪ هڪ ڪري مهمان اٿڻ لڳا. جڏهن عامر اٿيو، تڏهن نغميءَ کان پڇيائين، ته ”هوءَ جيڪا ڪنڊ ۾ ويٺي آهي، سا ڪير آهي؟“

نغميءَ عامر جو روحيءَ سان تعارف ڪرايو.

عامر سالگره تان موٽيو ته سوچن ۾ هيو، هو جئين ئي بستري تي سمهيو، ته ننڊ ئي نه پئي اچيس. اڌ رات ڪانپوءِ خبر نه آهي ته ڪڏهن هو سوچ جي سمنڊ مان نڪتو ۽ ننڊ جي آغوش ۾ پناهه ورتائين.

ٽي ڏينهن هو ڪاليج ويو. نغمہ هن سان ملي، پر هن اڳي واري گرمجوشي نه ڏيکاري. نغمہ سمجهي نه سگهي ته عامر کي ڇا ٿي ويو آهي! چار پنج ڏينهن گذري ويا. هڪ ڏينهن نغمہ پڇيس ”عامر تون ٻن ٽن ڏينهن کان اداس پيو نظر اچين، ڇا ڳالهہ آهي؟“ ”مونکي ته ڪجهہ به ڪونہ ٿيو آهي“. عامر ڪوڙ ڳالهائيندي چيو.

”عامر ڪا ڳالهہ ضرور آهي، مونکان تون لڪائين ٿو.“ نغمہ ان جي نبض پڪڙيندي چيو.

”نغمي توکي ٻڌائيندس ته توکي ڏک ٿيندو“

”عامر تون ٻڌاءِ ته ڏک ڏيڻ جي بجاءِ ممڪن آهي ته مان تنهنجي مدد ڪريان.“

”وعدو ڪر.“

”واعدو“ نغمہ ڏک مان چيو.

”نغمي مان تنهنجي ئي گهران دل جو درد پاتو آهي“ هن نغمہ کي ٻڌايو. نغمہ کي اڳيئي خدشو هيو، پر جڏهن پنهنجي پياري ڀيڻ روحيءَ جو چهرو اکيان آيس، تڏهن هن چيو ته ”عامر ياءَ مان اڄ ئي بابا سان ڳالهائيندس“

”امان جيڪڏهن ڪنهن جي زندگيءَ ۾ خوشيون داخل ٿين ته پوءِ انسان انهن

( ڏسو صفحہ ۵۲)

**فضل قادر جلباڻي**
بي ڪام، پارٽ ٻيو



# "سماج"

ائين ٿو لڳي ڄڻ سماج ڪوئي بيهوده آواره شخص آهي. جنهن جو ڪم سڄو ڏينهن رڳو ظلم ڪرڻ ۽ ماڻهن کي ڏيڄارڻ آهي. جيئن ننڍي پڻ ۾ جنن کان ڏڪبو آهي، اهڙيءَ طرح سماج کان پڻ.

ڪيترن سالن تائين اسان جي اڳيان سماج هڪ ڀوائتي جانور وانگر هو، جيڪو ڪنهن اٺ جيان ٻي ڏولو، رڇ وانگر مڪار ۽ شينهن جهڙو خوفناڪ هو. ڪوئي ٻچي ويهي ته اهي شينهن، رڇ ڪٿان گڏ ٿيا؟

بس ائين ئي ٿي ويا، بالڪل ته هيو ئي- ۽ وري سماج ڪا سادي شيءِ ته هئي ڪونه- خير ڪيتري عرصي تائين اسان سماج کي خوفناڪ جانورن ۾ شمار ڪندا رهياسين.

ان کان پوءِ جڏهن ڪجهه سمجهه وڌي ته اسان سماج تي تنقيدي نظر ڊوڙائي سي ته ڪجهه ٻيو نمونو لڳو.

سماج جا ٺيڪدار، سماج جا نفعي دار، نتيجي ڏسڻ سان افسوس ٿيو ته اسان سماج کي صحيح نموني ۾ ڏٺو ئي ڪونه هو. سماج ته اهڙي شيءِ آهي جا ٺيڪي تي به کڻي ٿي سگهجي. ڪا تجارتي جنس هوندي يا شايد ڪاروباري شين ۾ان ڪجهه هوندو. بهرحال اهو ضرور چاتوسين ته سماج جو ٺيڪو کڻڻ ڪو آسان معاملو نه آهي. ان لاءِ وڏي دل گهرجي. جبل

سان ٻٽو ٽو هٽو پوي، ڇو ته ٻچو ٻچو انهن ٺيڪيدارن جي خون جو اڃايل آهي. سڄي مخلوق انهن پنهنجي هٿ ڏوڻي ڪڍ پئي آهي. سماج جي آڪاٽين ۾ عموما هڪ مزدور جي محبت هڪ امير جي ڇوڪريءَ سان ٿيندي آهي. ٻئي مختلف ذات جا ماڻهو هوندا آهن. اک ڇنڀ ۾ محبت ٿي ويندي آهي. پيار جو شراب اکڙين ۾ ڇاڪندو نظر ايندو آهي. پيار جا تير نيڻن کي چيري دل ۾ چپي ويندا آهن. جدائي ٿي ويندي آهي. هونئن ته نه ٿئي ها پر اهو ظالم سماج الائي ڪٿان اچي وچ ۾ ٽپي پيو.

هڪ ڏينهن مان وٽ هڪ دوست آيو. معمول کان خلاف ڏکيا ڏکيا ۽ ٿڪا ٿڪا ساهه پئي کڻي. مون سمجهيو ڪنهن ڊاڪٽر ڏکهن ساهه جي ورزش ڏسي هوندس، پر ٻه ڏينهن سانده هو ائين ڪندو رهيو. مون کي سندس حالت تي رحم اچڻ لڳو ته ويچارو بيمار آهي. ڪاٽي سور هوندس. آخر پڇيومانس ته ”اڄا سور ڏرو نه ٿيو اٿيئي؟“

وراڻيائين ته ”اهو سور ته هاڻي جان کي ختم ڪري پوءِ لهندو. ڇا تو کي ڪڏهن ڪنهن سان پيار ٿيو آهي؟“

”منهنجي دشمن کي ٿي پيار. مون کي ڪوڙيءَ ڪٽيءَ ڪنيو آهي“ اهو ٻڌي چيائين ”ڇا واقعي؟“ مون وراڻيومانس ته ”ها سچ ٿو چوان.“ اهو ٻڌي ٿڌو ساهه کڻي چيائين ته مون کي پنهنجي سپرنٽنڊنٽ جي ڌيءَ سان پيار ٿيو آهي“. ٻئي هڪٻئي کي دل و جان سان چاهيندا آهيون.“ ائين چئي هو چپ ٿي ويو. مان پڇيومانس ته ”پوءِ باقي دير ڇا جي آهي؟“ چيائين ته ”بس اهو ظالم سماج! - اهو يارت جي مصيبت، اها لعنت، ذليل سماج! - سماج جا ٺيڪيدارجنهن اهو ڍونگ رچايو آهي. سماج جي ان مقتل ۾ معصوم زندگيون ذبح ٿيون ٿين. سماج جو شل ٻيڙو غرق ٿئي-“

سماج شايد ان طاقت جو نالو آهي، جا ڪنهن شخص کي سندس پنهنجي واجب يا ناواجب مقصد پوري ڪرڻ کان روڪيندي هجي. ماڻهن کي امير ٿيڻ کان روڪي، هڪ مزدور کي ڪار ۾ وهڻ کان روڪي، ڪو به شخص جيڪڏهن ڪا اڻڱي حرڪت ڪري ويهي ته بجاءِ ان جي سبب سمجهڻ جي چئي ڏي ته ”اها ظالم سماج جي حرڪت آهي“

جيڪڏهن اهڙيءَ طرح هر ڳالهه ۾ غريب سماج کي قصوروار بڻائبو ته پوءِ اهو ڏينهن به پري نه آهي جو ڪنهن کي بخار ٿيندو ته چوندا“ ته اهو ظالم سماج جو ڪم آهي“. پوءِ

فقير رستن تي ويهي راهگيرن کي اها دعا پيا ڪندا ته ”ابا! هڪ پيسو ڏئي وڃ. الله توکي سماج کان بچائيندو“

هر هڪ وٽ هڪ خوبصورت ڪار هجي. هڪ تمام سهڻي زال هجي. ماڻهو جتي چاهن جڏهن چاهن، جنهن کي چاهن، پيار ڪري سگهن. نه صرف پيار پر شادي به ڪري سگهن. قرض وٺي سگهن، جهيڙو جهٽو ڪري سگهن. هاڻي توهان پاڻ سوچيو ته اهو سڀ ڪيئن ٿو ٿي سگهي؟! ظالم سماج اهڙي اجازت ڪٿي ٿو ڏئي سگهي؟!

باقي رهيو سماج جي ٺيڪيدار جو سوال. سو جڏهن سماج ۾ اها ڳالهه ٿي نه رهندي ته انهن جي ٺيڪيداري ڊوڙ سان هلندي. سچو ڪم چپ ٿي ويندو. پنهنجو پاڻ سڌيءَ راهه تي هلڻ لڳندا.

اهو سڀ ڪجهه ٿي سگهي ٿو. خدا جي واسطي اوهان سماج جون خطائون معاف ڪري ڇڏيو.

---

(بقايا قرباني صفح ۴۹)

خوشين کي غم جي اونداهيءَ ۾ ڇو ختم ڪري.“ نغمه فلسفيانه انداز ۾ چوندي رهي.

”نغمي تنهنجو مٽو ڦريو آهي. توکي خبر نه آهي ته مان وڏيري ”جمن“ سان زبان ڪئي آهي ۽ هو جاڻ شاديءَ جي تاريخ پڪڻ لاءِ ايندو.“ هن جي ماءُ فيصلو ڪندي چيو.

”امان اهو ته عياش آهي، روحيءَ کي سکيو نه رکندو.“ نغمه ڏک وچان چيو.

”ايڏو دولتمند آهي، اڃا سکي نه رهندي“ ماءُ نغمه ڏي حيرت مان ڏسندي چيو.

”پر امان تون روحيءَ جي شادي عامر سان ڪراءِ. روحيءَ کي پنهنجي نغمي سمجهي ان جي عامر سان شادي ٿيڻ تي راضي ٿي“ نغمه ماءُ جي پيرن تي ڪرندي چيو.

”نغمي اڄ تو مونکي مجبور ڪري ڇڏيو آهي.“ نغمه کي پيرن تان پري ڪندي ماءُ چيو.

اڄ نغمه جي دل ۾ ڏک ۽ خوشيءَ جا جذبا موجزن هئا. هوءَ خوش ٿي رهي هئي ته هن پنهنجي بيسهاري ڀيڻ لاءِ قرباني ڏني، هن جي زندگي سنواري ڇڏي هئي. آخر اها گهڙي به آئي، جڏهن روحي عامر سان گڏ پنهنجي اصلي گهر هلي وئي.

رضيہ سانگي
ايم- اي- پريويس سنڌي

## سنڌي ادبي سوسائٽي اسلاميہ ڪاليج سکر
## طرفان

# ادبي جلسو - خواتين لاءِ

سنڌي ادبي سوسائٽي اسلاميہ ڪاليج سکر گهڻي وقت کان سنڌي زبان ۽ ادب جي خدمت ڪري رهي آهي. هن سوسائٽيءَ طرفان هر سال ڪيترائي ادبي ۽ ثقافتي جلسا ٿيندا رهيا آهن ۽ معياري ڪتاب شايع ڪيا ويندا آهن. هن سال هڪ نئين روايت قائم ڪئي وئي. يعني خواتين لاءِ ادبي جلسو منعقد ڪيو ويو. هي جلسو ٢٤ مئي ١٩٧٠ع آچر تي شام جو ڇهين بجين ڪاليج جي ڪاميٽي روم ۾ ٿيو. جلسي جي صدارت خيرپور جي اديبہ مسز صغرا مجيد ڪئي.

جلسي جي ڪاروائي تلاوت ڪلام پاڪ سان شروع ٿي. تلاوت بي-اي، پارٽ پهرين جي شاگرديائي شاهده پيرزاده ڪئي. ان کان پوءِ ايم-اي پريويس سنڌي جي شاگرديائي رضيہ سانگي خطبہ استقباليہ پڙهيو. هن چيو تہ:

”خوشيءَ جي ڳالهہ آهي، جو هينئر اسانجي ڀينرن ۾ لکڻ جو شوق پيدا ٿيو آهي. بهترين افسانہ لکي رهيون آهن ۽ اعليٰ درجي جو شعر چئي رهيون آهن. ان هوندي بہ تعداد گهٽ آهي. اسانکي گهڻو ڪم ڪرڻو آهي، تنهنڪري هينئر اسان سڀني ڀينرن کي ادبي ميدان ۾ اچڻ گهرجي ۽ پنهنجي ٻوليءَ ۽ ادب جي خدمت ڪرڻ گهرجي.“

هن پنهنجي ٻوليءَ متعلق ڳالهائيندي چيو: ”ڀينرو! اسان نهايت نازڪ دور مان گذري

رهيون آهيون. اسانکي پنهنجي فرض کان باخبر رهڻ گهرجي. سنڌي زبان ۽ ادب اسان جي زندگي ۽ موت جو مسئلو آهي. جيڪڏهن ٻولي زنده آهي، ته اسان زنـــده آهيون."

ان کانپوءِ بي-اي. پارٽ پهرين جي شاگردياڻي مس عائشهلالائي افسانو پڙهيو. جيڪو افساني جي فن موجب هڪ معياري افسانو هو ۽ بيحد پسند ڪيو ويو. ان کانپوءِ شاهده پيرزاده "عورت جي عظمت" جي عنوان سان مضمون پڙهيو، جنهن ۾ عورت جي حقيقي عظمت کي نهايت پر اثر انداز ۾ بيان ڪيو ويو هو.

ان کانپوءِ شاعري جو وارو آيو ۽ ايم-اي انگلش سال پهرين جي شاگردياڻي مس شمشاد مرزا ٻه غزل پڙهيا، جيڪي بي حد پسند ڪيا ويا. نمونہ طور ٻه ٽي بيت هيٺ ڏجن ٿا:

تنهنجي خانہ خراب جي دنيا
ناهي ڪائي سراب جي دنيا
مهنجي دنيا حواس جي دنيا
تنهنجي دنيا حباب جي دنيا.

---

ان جرم محبت جو سزا وار ٿيس مان
ها تنهنجي عنايت جو طلبگار ٿيس مان

---

شمشاد مرزا جي غزلن کي ايترو پسند ڪيو ويو، جو کيس ٻيو پيرو ٻه غزلن پڙهڻ لاءِ اٿڻو پيو. غزلن کانسواءِ شمشاد مرزا افسانو ٻہ پڙهيو، جنهن جو عنوان هو:

" مونکي مون پرين، ٻڌي وڏو ٻار ۾ "

شڪارپور جي مهمان اديبہ مس مختيار شيخ "شڪارپور" متعلق پنهنجو مقالو پڙهيو، جنهن ۾ شڪارپور جي تاريخ، ثقافت ۽ ادبي خدمتون بيان ڪيل هيون. هن شڪارپور جي عظمت ۽ تاريخي حيثيت بيان ڪندي چاڻايو ته:

"شڪارپور جو شهر هر لحاظ کان انوکو ۽ عجيب آهي. سڄيءَ سنڌ کان هن شهر جي رهاڪن جي رهڻي ڪهڻي مختلف آهي. هتي جي رهاڪن جي لباس ۾ انفراديت ٻہ آهي ته لطافت ۽ نفاست ٻہ آهي. شڪارپورين جي اٿڻي ويهڻي ٻہ پنهنجي آهي، جنهن ۾ وقار ٻہ آهي ته سلڇڻائي ٻہ آهي. شڪارپور جي ٻوليءَ ۾ ٻہ انوکائي، مٺاج ۽ رچاءُ آهي. شڪارپورين جي ذهانت، دانائي ۽ بين الاقوامي واپاري حيثيت کي دنيا پئي مڃي."

ايم-اي- سال پهرين سنڌي جي شاگرديائي رضيه سانگي ”شاعري“ جي عنوان سان مقالو پڙهيو، جنهن ۾ شاعري جون خوبيون بيان ڪيون ويون هيون. هن شاعر جي هم گير پيغام متعلق ٻڌايو ته:

”شاعر انسان دوست آهي. سندس پيغام انسانيت لاءِ آهي. انهيءَ ڪري هم گير آهي. ان جو پيغام ڪنهن خاص مذهب، فرقي ۽ قوم لاءِ نه آهي، پر هو ساريءَ دنيا کي مخاطب آهي. اهوئي سبب آهي جو شاعري ۽ شاعر ڪنهن هڪ قوم ۽ زبان جي ميراث نه هوندا آهن. شيڪسپيئر- وردس ورٿ- رومي- سعدي- حافظ- غالب- مير- شاهه لطيف- سچل سرمست ۽ بيدل وغيره سموري انسان ذات جا شاعر آهن. انهن جو پيغام هر قوم لاءِ آهي. هو نه فقط پراڻي دور جا شاعر آهن، پر سندن پيغام هر دور ۽ هر ملڪ ۾ نئون آهي. اهوئي سبب آهي جو دنيا جا عظيم شاعر غير فاني آهن ۽ سندن پيغام هر دور ۾ اهميت رکي ٿو.“

مهمان مقرره مس شريفه منشي تقرير ڪئي. جنهن ۾ هن ان ڳالهه تي زور ڏنو ته سنڌي خواتين کي مباحثي ۽ ملڪي سياست ۾ حصو وٺڻ گهرجي، ڇاڪاڻ جو موجوده تقاضائن موجب انهن ڳالهين جي اهم ضرورت محسوس ڪئي پئي وڃي. ان وطن جي خدمت متعلق ڳالهائيندي هيٺين نعري سان پنهنجي تقرير ختم ڪئي:

”سر ويسون، پر سنڌ نه ڏيسون“

جلسي جي صدر محترمه صغريٰ مجيد پهرين پنهنجو تحقيقي مقالو پڙهيو، جنهنجو عنوان هو: ”سنڌي عورتن جون ادبي خدمتون“. هن مقالي ۾ سنڌي عورتن جي ادبي خدمتن جو اجمالي ذڪر ڪيل هو.

ايم-اي- انگلش سال پهرين جي شاگرديائي مس سعيده آخوند ”نمائش جو سير“ جي عنوان سان تاثر پڙهيو، جنهن ۾ هن پيئرن کي مشورو ڏنو ته جيڪڏهن اسان سنڌي زبان ۽ ادب جي خدمت ڪرڻ چاهيون ٿيون، ته اسان کي سنڌي ڪتاب، رسالا ۽ اخبارون خريد ڪري پڙهڻ گهرجن.

آخر ۾ محترمه صغريٰ مجيد پنهجو صدارتي خطبو پڙهيو، جنهن ۾ هن محفل ۾ پڙهيل مضمونن، مقالن، افسانن ۽ غزلن ني تبصرو ڪندي انهن کي ساراهيو. هن عورتن جي ادبي ذوق متعلق ڳالهائيندي چيو:-

(ڏسو صفح ٥٨)

# هي شهر اسانجو شهر نہ آهہ

هي شهر اسان جو شهر نہ آهہ:

هي شهر آ دنيا وارن جو — هي شهر فقط زردارن جو!
هشيارن جو عيارن جو — هي شهر آ سرمائيدارن جو!
هي شهر آ دولت وارن جو!

چا ٿيندو گذر هت يارن جو — مجبورن جو، لاچارن جو!
هي شهر نہ آ نادارن جو — بيڪارن جو، بيمارن جو!
هت ڪنهن ڪي ڪنهن لئہ مهر نہ آه!
هي شهر اسان جو شهر نہ آه!

هر شيءِ هت آسان وڪامي — راحت جو سامان وڪامي
دردن جو درمان وڪامي — ماٺهن جو هت مان وڪامي!
آن وڪامي، جان وڪامي — سستو هت انسان وڪامي!
دين ڌرم ايمان وڪامي — پئسن تي پڳوان وڪامي!
هر وقت ۽ هر آن وڪامي!

ڪو سودي ڪان خالي پهر نہ آه — هي شهر اسان جو شهر نہ آه

هت حرص و هَوَس جا پوڄاري — هت عزتِ نفس کان سڀ عاري
هت هرڪا شيءِ آ بازاري — هت هرڪو ضمير جو واپاري
هت هر شيءِ جي آ خريداري — پر آه خلوص کان بيزاري
هر شخص سچائيءَ کان انڪاري — هر هنڌ پيا اڄ ملعہ ڪاري
دولت جو آ درياه جاري

پر پيار جي هڪ بہ لهر نہ آهہ — هي اسان جو شهر نہ آهہ!

اسان حالي موالي مستانا — هن شهر ۾ اجنبي بيگانا
گو پنهن جي ليکي فرزانا — پر جڳ جي نظر ۾ ديوانا
اسين گولين ٿا سي ميخانہ — جت پيار جا پرجن پيمانا!
جت نظرون گولن نيشانا — جت دليون ڏين ٿيون نذرانا!
جت چاهہ ۽ چس جا افسانا!

جت ڪيني بغض جو زهر نہ آه — هي شهر اسان جو شهر نہ آهہ

(سنڌي ادبي سوسائٽي، اسلاميہ ڪاليج سکر جي ادبي جلسي ۾ پڙهيو ويو)

## رشيد احمد لاشاري "رشيد"

## ڪافي

جيءَ سان ويئا جهيڙيون يار

سيني سوز سڄڻ جو سمايو

١- دل درياءَ ۾ ترنديون آيون،
يار جي ٻاجهه جون ٻيڙيون يار...

٢- دل جي دولت، عشق پنهل جو،
مايا مال نه ميڙيون يار...

٣- ڪونه ٿو سمجهي، دل جون ڳالهيون
اهڙيون عشق اويڙيون يار...

٤- سهڻي سڄڻ جا سانگهي آهيون،
ڏوڙ جا ڏڻ ڪيئن ڇيڙيون يار...

٥- ويل نه اهڙي "رشيد" وڃايون،
سڪ نه سڄڻ جي سهيڙيون يار...

*****

## شيخ نور الله "آزاد" ٻيگاڻي

## ڪافي

هي سرتو تان ڳهوري او يار...
آءٌ ڪريان قربان مٺا.

١- ڏک غم سهندو، رئندو لڇندو،
هلندو آيس هوري او يار...

٢- مون ڪئين هاڻي ڪنڌ ڪيايان،
ڦاٿم نيهن ندوري او يار...

٣- منهنجي من ۾ آگ لڳائي،
چنگ نئون ڪنهن چوري او يار...

٤- واهه وڇوڙي ڇڏيو نهوڙي
جيءُ وڏو جنهن جهوري او يار...

## پروفيسر نوازعلي "شوق"

## گيت

جيون سارو سور... او ساٿي.

١- عزت، عصمت جا هٽ سودا،
وڪ وڪ ويري، دم دم ڌوڪا،
موج مزا ٿا ماڻن ڪوتا،
واهه هي دنيا جو دستور...

٢- ڪير نه ڪنهنجو دوست سڏائي
دشمن ٻڌجي داغ لڳائي
ماڻهوءَ کي ٿو ماڻهو کائي
قرب محبت ٿيا ڪافور...

٣- دم دم دانهون، در در سڏڪا
ڏاڍ ڪرن ٿا هر هر ڏاڍا
ويل ٿين ٿا، ڪيئن ٿين ٿا،
هر اڪ آلي، من رنجور...

٤- دردن جا دوڪان کلن ٿا،
سورن جا سامان ملن ٿا،
دل ۾ ڪيئي ڪان لڳن ٿا،
زخم اسان جا ٿيا ناسور...

٥- هرجا مڪر، فريب ۽ ڌوڪو،
هر هڪ جو آ ٿي ويو ڌندو،
ڪُوڙ جو آهي هر جا هوڪو،
سچ چوڻ کان هرڪو دور...

٦- مايا لئه ٿا ڪونڌر ڪسجن،
ڪوڏين تي ٿا ماڻڪ مٽجن،
دنيا خاطر دين ٿا وڪڻن،
ماڻهو ڪن ٿا ڪيس ڪاوُر...

٧- پيار تي آهن پهرا هردم،
ڪونه ملي ٿو راز جو محرم،
دل هر وقت ڪري ٿي ماتم،
سينو غم کان ٿي ويو چور...

**مس شمشاد مرزا "انجم"**

ايم-اي- پريويس (انگريزي)

# "غـــزل"

جام و مينا شراب جي دنيا!
تنهنجي خانہ خراب جي دنيا!

تنهنجي هوش و حواس جي دنيا،
منهنجي دنيا آ خواب جي دنيا!

مست نيڻن جا نيلگون ساغر،
آهي رندِ خراب جي دنيا!

تنهنجي هستي سندم بقا جو ثبوت
منهنجي هستي حباب جي دنيا!

مونکي هردم آ تنهنجي ياد "انجم"
منهنجي دنيا جناب جي دنيا!

**مس شمشاد مرزا "انجم"**

ايم-اي- پريويس (انگريزي)

# "غـــزل"

گر جرمِ محبت جو سزاوار ٿيس مان،
پر تنهنجي عنايت جو طلبگار ٿيس مان.

چاهيم ٿي ڪرڻ هن کي گرفتارِ وفا پر،
زلفن جي تهِ دام گرفتار ٿيس مان.

افسوس! چوڻ شوق جو هرگز نہ مون ورتو!
ناڪرده گناهي جو خطاوار ٿيس مان.

هڪ بادِ خزان سان ٿي پريشان ٿي وئي زيست
بيڪار بهارن جو پرستار ٿيس مان!

هي ڪهڙي گناهن جي سزا مونکي ملي ٿي
ڪجهہ ناهي خبر ڪنهنجو گنهگار ٿيس مان!

---

( بقايا صفح ۵۵ )

"اها حقيقت آهي تہ سنڌي نياڻين کي پنهنجي ماحول جي مجبورين، سندن صلاحيتن کي اڀرڻ نہ ڏنو آهي؛ تنهن هوندي بہ سنڌ ۾ اهڙيون عورتون موجود آهن جن جا فن پاره دنيا جي ٻين ٻولين جي ڀيٽ ۾ ڪڏهن بہ گهٽ نہ آهن. شاعري ۾ محترمہ نورشاهين جو اعلىٰ مقام حاصل ڪيو آهي، سو ڪنهن کان ڳجهو نہ آهي. اهڙيءَ طرح محترمہ ثميره زرين ماهتاب محبوب، سعيده سومرو ۽ ارشاد خانم افساني جي صنف ۾ ڪمال حاصل ڪيو آهي."

"آخر ۾ هن جلسي متعلق ڳالهائيندي چيو تہ: "جيڪڏهن هتي ۽ ٻين ڪاليجن ۾ اهڙيون محفلون منعقد ڪيون وينديون تہ سنڌي ڀينرن ۾ ادب جو چاهہ وڌندو ۽ سندن صلاحيت کي اجاگر ڪرڻ جو موقعو پڻ ملندو."

نياز محمد ڀٽو
ايم-اي-پريويس سنڌي

# رشيد احمد لاشاري "رشيد"

سنڌ جي سرزمين وقت بوقت باڪمال عالم، اديب ۽ شاعر پيدا ڪيا آهن، جن ڪي علم ادب جو لافاني ذخيرو ڇڏي ويا آهن. رشيد احمد لاشاري مرحوم جو شمار اهڙن اديبن ۽ شاعرن مان ٿئي ٿو، جن سنڌي زبان ۽ ادب جي اهم خدمت سرانجام ڏني. رشيد لاشاري مرحوم نه فقط سنڌي زبان جو شاعر ۽ اديب هو، پر کيس سرائڪي پنجابي، بلوچي ۽ اردو نثر ۽ نظم ۾ به ايتري ئي قدرت حاصل هئي. نه فقط ايترو، پر سندس فارسي شعر به قابل قدر آهي.

سنڌي زبان ۾ تمام ٿورا شاعر آهن، جن کي علم عروض جي قواعد ۽ ضوابط تي مڪمل دسترس حاصل آهي. رشيد لاشاري انهن مان هڪ آهي. سندس شعر فني لحاظ کان نهايت پختو آهي. عروضي توڙي سنڌي ڪلاسيڪل شاعريءَ جي فن تي کيس مڪمل دسترس هئي. هن شاعري جي هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي آهي. ڪافيون ۽ بيت به لکيا اٿس، ته غزل ۽ نظم به لکيا اٿس، لوڪ گيت به لکيا اٿس، ته فلمي گيت به لکيا اٿس. زبان ۽ فن تي کيس ايڏو ته قبضو هو، جو لکڻ وهندو هو، ته بي ساخته ويندو هو لکندو. ايتري قدر جو ڪتابن جا ڪتاب سانده لکي سگهندو هو. ان هوندي به سندس شعر ۾ رواني، سادگي ۽ سلاست رهندي هئي. سندس فلمي گيتن ته ايڏي مقبوليت حاصل ڪئي آهي، جو ٻار ٻار جي زبان تي آهن.

هو شاعر هجڻ سان گڏ سٺو نثر نويس به هو. بيشمار تحقيقي ۽ تنقيدي مضامين لکيائين، ۽ کيترا ڪتاب يادگار ڇڏيائين. شاه لطيف جي رسالي جي ڪيترن ئي سرن جي شرح لکيائين، سچل سرمست جو رسالو مرتب ڪيائين، ۽ غزل جي بلند پايه شاعر غلام محمد شاه ”گدا“ جي ڪليات ايڊٽ ڪيائين. ”ڪليات گدا“ جو مقدمو ته هڪ شاهڪار جي حيثيت رکي ٿو، جنهن مان هن جي فني چاڻ ۽ علمي بصيرت جو اندازو بخوبي لڳائي سگهجي ٿو. سنڌ جي عروضي توڙي ڪلاسيڪي شاعرن بابت نه فقط سنڌي زبان ۾ لکيو اٿس، پر اردو ۽ سرائڪي ۾ به تمام گهڻو لکيو اٿس. حضرت سچل سرمست جي زندگي، فن ۽ فڪر تي اردو ۾ سندس ضخيم ڪتاب شايع ٿي چڪو آهي. شاه لطيف جي شعر جو اردو ۾ ترجمو ڪري رهيو هو ۽ گهڻو ڪم اڪيلي سر ڪري ويو هو. ترجمي جو هڪ حصو ”ارمغانِ لطيف“ حصه اول شايع به ٿي چڪو آهي. شاه لطيف جي رسالي جو ترجمو ٻين به ڪيترن ڪيو آهي، پر رشيد لاشاري جو ترجمو وڌيڪ صحيح آهي. نموني طور هڪ بيت جو ترجمو هيٺ ڏجي ٿو:

سر ڍونڍيان ڌڙ نه لهان، ڌڙ ڍونڍيان سر ناهه،
هٿ، ڪرايون، آڱريون ويا ڪپجي ڪانهه،
وحدت جي وهانءِ، جي ويا سي وڍيا.
(شاه)

ڈھونڈھتا ھوں سر تو دھڑ مفقود ہے
ڈھونڈھتا ھوں دھڑ تو سر نابود
کس نے کاٹے ہاتھ، قسمت بٹ چکی
اور ہر انگلی کلائی کٹ چکی
شادی' وحدت میں جو جانے لگے
کٹ کے لطفِ زندگی پانے لگے

شاه لطيف جو شعر اردو کان سواءِ سرائڪي زبان ۾ به ترجمو ڪري رهيو هو، جنهن مان ڪجهه حصو ملتان جي سرائڪي هفتيوار اختر ۾ شايع ٿيندو هو. ٻيا به ڪيترا ئي ڪتاب نثر ۾ لکيائين، جن مان ڪيترا ته اڃا تائين شايع ئي نه ٿيا آهن. سندس ڪيترائي لکيل ۽ ترجمو ڪيل ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ ۾ پيل آهن. بورڊ سندس ئي ترجمو ڪيل ڊراما ”شڪنتلا“ ۽ ”نل دمن“ گهڻو اڳ شايع ڪيا هئا، جيڪي جڳ مشهور ڊرامه نويس ڪاليداس جا لکيل آهن. ترجما اهڙي سهڻي نموني ڪيل آهن، جو ڊرامن جو اصلي رنگ قائم آهي.

اهڙي باڪمال اديب، ۽ قادرالڪلام شاعر جي زندگي ڏاڍي ڏکي گذري. سندس زندگيءَ جي راهه ۾ قدم قدم تي ڪنڊا هئا، پر هن تي ڪڏهن به قنوطيت جي ڪيفيت طاري نه ٿي. ١٩ سيپٽمبر ١٩٧٠ع تي هن جهان مان موڪلائي ويو، ۽ ادب ۾ اڻ مٽ نقش ڇڏي ويو.

# رشيد احمد لاشاري "رشيد" مرحوم

محترم رشيد احمد لاشاري مرحوم جو خانداني سلسلو مشهور لاشاري سردار مير گهرام خان لاشاريءَ جي مامي مير حده لاشاريءَ سان ملي ٿو. رشيد احمد لاشاري مرحوم جي والد بزرگوار جو نالو مير زرڪ خان (وفات سنه ١٩٣٢ع) هو، جيڪو خود سنڌي، اردو، سرائڪي، بلوچي ۽ پنجابي ٻولين جو شاعر هيو. مير زرڪ خان مرحوم "فورٽ سنڊيمن" (بلوچستان) ۾ "ليويز پوليس" جو دفعدار (صوبيدار) هو. مير زرڪ خان جي ولادت ضلع جيڪب آباد ۾ ٿي، پر جيئن ته سندس والد مير ڏٽي بخش خان بلوچستان "ليويز پوليس" ۾ ملازم هو، انهيءَ ڪري پنهنجا ٻار ٻچا "فورٽ سنڊيمن" ۾ رهايائين. ڪجهه وقت موسيٰ، پوره ۽ سبيءَ جي ٿاڻن تي به رهيو ۽ ڪوئيٽا ۾ ڪجهه وقت خاص ڊيوٽيءَ تي رهيو. سنه ١٨٠٠ع ۾ کيس پينشن ملي، ۽ بلوچستان واري زمين وڪڻي، ديهه ٻجارائي، تعلقي ڪنڌڪوٽ ۾ زمين خريد ڪري، ڪچو قلعو ٺهرائي ڳوٺ ٻڌي ويٺو.

رشيد احمد لاشاري جي ولادت ڳوٺ "مال گذار" تحصيل نصيرآباد، ضلع سبي (بلوچستان) ۾ تاريخ ٨ اپريل ١٩٢٢ ۾ ٿي. پهريائين ته سندس ڏاڏي جو نالو "ڏٽي بخش" رکيو ويو، پر پوءِ سندس والد بزرگوار کيس "رشيد احمد" سڏڻ لڳو، ڇاڪاڻ جو "رشيد احمد" سندس هڪ پياري دوست جو نالو هو، جنهن سان گڏجي نوڪريءَ جي زماني ۾ شعر چوندو هو. سنه ١٩٢٥ع ۾ حالتون اچي اهڙيون بڻيون، جو سندس والد بزرگوار سموري زمين گروي رکي، لڏي وڃي "مال گذار" (بلوچستان) ۾ ويٺو. محترم رشيد احمد لاشاريءَ جي ننڍپڻ، ٻڻ اتي گذري. اتي جي اسڪول ۾ چار درجا اردو پڙهيو. سال ١٩٣١ع ۾ وري موٽي اچي ڪنڌڪوٽ تعلقي ۾ ويٺا. سنه ١٩٣٢ع ۾ سندس والد بزرگوارجي وفات کان پوءِ سندس مامي حمزه خان ۽ چاچي عبدالعزيز خان سندس پرورش ڪئي، ۽ اسڪول "سوڍو خان اوڳاهي"، تعلقي ڪنڌ ڪوٽ ۾ ماستر عاربي خان اوڳاهي وٽ سنڌي پڙهي، سنه ١٩٣٦ع ۾ ورنيڪيولر فائينل امتحان پاس ڪيائين.

رشيد احمد لاشاري، حضرت سلطان باهو رح (شورڪوٽ-پنجاب) جي درگاه شريف جو مريد هيو. ان درگاه شريف جي سجاده نشين فيض سلطان سان گڏ سنه ١٩٣٧ع کان سنه ١٩٥٠ع

تائين پنجاب، بلوچستان ۽ افغانستان جو سير ڪيائين، ۽ گھڻو وقت حضرت سلطان باھوءَ جي درگاه شريف تي گذاريائين. سنه ۱۹۴۱ع ۾ عربي ۽ فارسي تعليم پڙھڻ شروع ڪيائين. ٽنڊي جي مدرسي ۽ ٻين مدرسن ۾ فارسيءَ جي مڪمل تعليم حاصل ڪيائين، ۽ عربي تعليم "ڪنز ۽ "ڪافيه" تائين ورتائين. جن جن استادن کان عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم پرايائين، انھن مان محترم مولانا غلام مصطفيٰ صاحب قاسمي، مولانا عبدالحڪيم صاحب، مولانا حبيب الله صاحب ٽنڊھوي ۽ مولانا فقير محمد صاحب ڪڏ ڪوٽيءَ جا نالا قابل-ذڪر آھن.

سنه ۱۹۴۴ع ۾ تعليم کاتي ۾ آيو ۽ پرائمري ماستر مقرر ٿيو. ملازمت جي دوران سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ جي اسڪولن ۾ رھيو. سنه ۱۹۴۸ع ۾ ٽريننگ ڪاليج جو ٻيو سال پورو ڪيائين. شمس العلماء علامه ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي مرحوم جي مھربانيءَ سان سال ۱۹۴۹ع ۾ حيدرآباد لاءِ "اٿينري اردو ٽيچر" مقرر ٿيو. ان کان پوءِ ٽريننگ ڪاليج فارمين حيدرآباد ۾ استاد ٿي رھيو. سنه ۱۹۴۷ع ۾ پنجاب يونيورسٽيءَ مان اديب فاضل اردو ۾ پاس ڪيائين. سال ۱۹۵۳ع ۾ اورنٽيل ڪاليج حيدرآباد مان اديب فاضل پاس ڪيائين. ان کان پوءِ سنڌ يونيورسٽي حيدرآباد مان مئٽرڪ جو امتحان به امتيازي حيثيت سان پاس ڪيائين. ان بعد اورنٽيل ڪاليج حيدرآباد ۾ سنڌيءَ جو ليڪچرار ٿي رھيو.

انھن ڏينھن ۾، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد پاران محترم جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جي نگرانيءَ ۾ "سنڌي لغت" تيار ٿي رھي ھئي. لغت جي عملي ۾ محمد بخش "واصف" مرحوم ۽ محترم پروفيسر عبدالڪريم صاحب سنديلي سان گڏ ڪجھ وقت رشيد مرحوم به "ريسرچ اسسٽنٽ" ٿي رھيو. سنه ۱۹۵۶ع ۾ طويل بيماريءَ ۽ ٻين ڪن ذاتي سببن جي ڪري نوڪري ڇڏي، ڪراچيءَ ۾ وڃي رھيو ۽ فلمن لاءِ آڪائيون، ڪلاما ۽ گيت وغيره لکيائين. ان زماني ۾ جن فلمن لاءِ ڪجھ لکيائين، اھي ھي آھن:-

"عمر ماروي"، "پرديسي"، "سسي پنھون" (سنڌي)، "ھماري زبان" (اردو) ۽ "نئين ڪرڻ" (سنڌي).

سندس فلمي گيت نھايت مقبول ويا ۽ گھٽين ۽ گوٺن ۾ ٻار ۽ نوجوان جھونگارڻ لڳا. اھي فلمي گيت اڄ تائين سنڌ جي گوٺن ۾ نھايت مقبول ۽ مشھور آھن.

ان زماني ۾ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد ۾ به "اسڪرپٽ رائيٽر" ٿي رھيو. سال ۱۹۵۸ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد سنڌ ۾ ملازم ٿي رھيو، پر جيئن ته سندس ماحول سازگار نه ھيو،

انهيءَ ڪري سال ١٩٥٩ع ۾ نوڪري ڇڏي ڏنائين. ماه اپريل ١٩٦٠ع ۾ ماهوار رسالي ”نئين زندگي“ (ڪراچي) جي اداري ۾ شامل ٿيو، پر اتي به گهڻو وقت رهي نه سگهيو ۽ ماه ڊسمبر سنه ١٩٦٢ع ۾ ”نئين زندگي“ جي اداري کان الڳ ٿيو. ان کان پوءِ ڪجهه وقت ڪراچيءَ جي هڪ هفتيوار اخبار ”ناخدا“ ايڊٽ ڪيائين، جيڪا سنڌي ۽ اردوءَ ۾ نڪرندڙ هئي. بعد ۾ هارون ڪاليج کڏه (ڪراچي) ۾ سنڌي جو ليڪچرار مقرر ٿيو. ان زماني ۾ سنڌي فلم ”شهروفيروز“جي ڪهاڻي،جا مڪالما ۽ گانا لکيائين. فلم بيحد مقبول ٿيو ۽ انهيءَ جا ڪيترا گانا ايترا ته مشهور ۽ مقبول ٿيا جو، سنڌ جي نوجوانن ۽ ٻارن کان اردو فلمن جا ٻول وسري ويا. هن فلم کانسواءِ فلم ”چاڊوڪي“ ”پنو عاقل“ ۽ ٻين سنڌي فلمن جا به گيت وغيره لکيائين، جيڪي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ جهونگارجي رهيا آهن. سال ١٩٦٩ع ۾ ڪيس ڪاليج کان الڳ ڪيو ويو. تنهن کان پوءِ روزانه اخبار ”مهراڻ“ (حيدرآباد) جي اداري ۾ ڪم ڪيائين ۽ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد ۾ پيهر ”اسڪرپٽ رائيٽر“ ٿي ڪم ڪيائين.

وفات کان ٿورو اڳ بيماريءَ ۽ گهرو مجبورين جي ڪري حيدرآباد ڇڏي، پنهنجي گهر ڪراچيءَ ۾ وڃي رهيو. آخري ڏينهن ۾ حيدرآباد جي سول اسپتال ۾ داخل هيو، جتي تاريخ ١٩ سيپٽمبر سنه ١٩٧٠ع تي وفات ڪيائين.

محترم رشيد احمد لاشاري مرحوم تمام ڊگهو عرصو بيماريءَ ۾ گذاريو. کيس دم ڪشيءَ جي بيماري هئي، جنهن کيس آخر نهوڙي ڇڏيو. جيتوڻيڪ بيماري کيس گهر ڪري ويئي هئي، تڏهن به مسلسل ڪم ڪندو رهيو. هو هڪ اڻ ٿڪ اديب ۽ زود نويس شاعر هيو. هو بيماريءَ جي هوندي به ڪلاڪن جا ڪلاڪ لاڳيتو ويٺي نثر ۽ نظم ۾ ڪتابن جا ڪتاب لکي ويندو هيو. سندس علمي فياضي ۽ مالي مجبوريءَ مان ڪيترن ئي ماڻهن فائدو ورتو.

افسوس، جو ايڏيءَ محنت ڪرڻ جي باوجود، سک جي زندگي نه گذاريائين. مرحوم بيڪ وقت نثر نويس به هيو ته، شاعر به هيو. هن سنڌي زبان کي گهڻو ڪجهه ڏنو آهي. ان کانسواءِ اردو، سرائڪي، ۽ پنجابي نثر ۽ نظم ۾ به گهڻو ڪجهه لکيو اٿس. سنڌي نثر ۾ بيشمار مضمونن کان سواءِ سندس هيٺيان ڪتاب قابل ذڪر آهن:-

”ڪليات گدا“، ”مثنوي نل دمينتي“، ”شڪنتلا“، ”شرح سر ڪلياڻ“، ”شرح سر يمن ڪلياڻ“، ”شرح سر مومل راڻو“، ”شرح سر حسيني“، ”شرح سر مارئي“، ”لطيف باغ جو سير“ ”قصو يوسف زليخا“، ”سچل سرمست جو رسالو“، ”سر سارنگ“، ”سر سسئي آبري“ ۽ ”سر ڪنيات“ وغيره وغيره.

رشيد احمد لاشاري مرحوم سنڌي زبان جو بلند پايہ شاعر هو. خاص طرح سان "ڪافيءَ" تي ڪمال دسترس حاصل هيس. ان سان گڏ علم عروض جي فن کان بہ پوري طرح باخبر هو. سندس شعر رسالي "اديب سنڌ" (لاڙڪاڻي) کان وٺي تقريبا سنڌي زبان جي هر رسالي ۾ شايع ٿيو آهي.

سندس ڪلام جو تمام وڏو ذخيرو آهي، پر افسوس جو اڄ تائين سندس ڪلام جو مجموعو شايع ٿي نہ سگهيو آهي. سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد کي جڳائي تہ، سندس "ڪليات" کي مرتب ڪرائي شايع ڪرائي. ڪريون اميد!

---

# رشيد لاشاري جي لاڏاڻي تي

دار فاني مان ويو، افسوس لاشاري لڏي! — پر ويو سنڌي ادب جي هو عمارت هڪ اڏي.
هن وڇوڙي کان اکيون، ٿيون رت رئن هردم رشيد — ايترو جلدي اسانکي ڇو وئين ساٿي ڇڏي!
"موت تي شل موت اچي، ڪيڏا وڇوڙا ٿو وجهي" — سنڌ ساري کي ويو اي "شوق" گوندر ۾ گڏي!
(نواز علي "شوق")

---

ڏئي هر فرد کي پيغام بيداري رشيد احمد — نباهي وئين ادب جي ساڪ سان ياري رشيد احمد
اکيون رئنديون، رهن ٿيون رت ڦڙا تنهنجي جدائي ۾ — رهي شل توسان همدم، رحمت باري رشيد احمد
سجايا دل جي ايوان ۾، تو اسلام جا پوٽا — رهي دين نبي سان تنهنجي غمخواري رشيد احمد
پٽائيءَ جو غم ملت، سچل جو درد خود بيني — تو پنهنجي ديده ودل کان، ڪيو جاري رشيد احمد
اثر هجرت جو سن هاتف، پڌايو دم قدم بخشش — مسيحي رحمت داور بہ لاشاري رشيد احمد
۱۳۹۰
(عبدالله "اثر")

---

بزم هرڪا بي مزي، ۽ انجمن هرڪا اداس — محفلن جو رنگ ۽ رونق مٽائي ويو هليو
سنڌ جو علم وادب، آهي ٿيو اڄ اشڪبار — سنڌ جي ٻولي کي جڻ، ڇورو بنائي ويو هليو
مفلسي توڙي مرض، حملا ڪيس هر وقت ڪيا — پنهنجي قسمت تي ٻني، گوڙها وهائي ويو هليو
زندگيءَ ۾ ڪم ڪيائين، پر مليس آرام ڪيم — دل جو دل ۾ سور سڀ، ساڻيءَ ۽ پائي ويو هليو
(احمد خان "آصف")

میمڻ عبدالمجيد سنڌي

# مري ٿيا نہ مات

آچر جو ڏينهن هيو، سيپٽمبر جي ويهين تاريخ هئي، منجهند ٽاري گهر آيس، تہ ننڍڙي عبدالوحيد ٻڌايو: ”بابا، ريڊيو چيو تہ چاچا رشيد لاشاري ڪالهہ گذاري ويو... بابا سچ پچ پيارا گيت ٻاهيندڙ چاچا رشيد گذاري ويو هوندو؟“ سن ٿي پئجي ويس. سوچڻ لڳس تہ موت ڪيڏو نہ ڪٺور آهي، ڪنهنکي ڪونہ ٿو ڇڏي. موت جي انهيءَ سياءَ تي سوچي، سنڌ جي سياڻن چيو آهي: ”آخر هر ڪنهن کي هلڻو آهي...“

پر موت انهن ماڻهن کي ڪٿي ٿو ماري، جيڪي جيئري ئي پاڻ ماري موت تي فتح پائين ٿا:

” مرڻا اڳي جي مئا، سي مري ٿيا نہ مات “

اهي امر آهن، زنده آهن، جن جا ڪارناما زنده آهن. انهن جي وجود، فنا مان بقا جي منزل ماڻي آهي:

” هونداسي حيات، جيئڻا اڳي جي جيا “

رشيد مرحوم هر موڙ تي موت سان مهاڏو ڏنو ۽ جياپي سان جار رکيو. هن هر قدم تي قنوطيت کي پاڻ تي قابض ٿيڻ نہ ڏنو. هن پنهنجن ۽ پراون جا ڏجها ڏٺا، سائينءَ جي سنوارين ڪان سور ۽ سختيون سٺيون، عقوبتون ۽ عذاب ڏٺا، پر هر حال ۾ اٽل ۽ اڏول رهيو، ۽ حق کي هٿان نہ ڇڏيو. شاه لطيف چيو آهي: ”بکيءَ کل نہ اچهي، ڏکيءَ ڏمر نہ آهہ“، پر هو بک ۽ ڏک کي سانڍي، پيڙا ۽ پچار پي، مسڪرائيندو، مقابلو ڪندو، ڪم ڪندو رهيو، ۽ سنڌي ادب جي سونهن ۽ سوڀيا ۾ اڪيچار املهہ ماڻڪن جو اضافو ڪري ويو. سنڌي ادب جي وسيع ميدان ۾ اهڙا اڻ مٽ نقش ڇڏيا اٿس، جو هو امر آهي ۽ رهندو.

هڪ مسلسل بيماري، پيو ڏجها ۽ ڏولاوا. اهي اهڙيون ڳالهيون آهن، جيڪي جوڌي جوان کي بہ جهٽ جهوريو ڇڏين. پر هن سنهڙي سڪڙي، قلندري مسلڪ جي ڪوڏئي ۾

ايڏي ڪا قوت هئي، جو نه پيڙا ڪيس پيڙي سگهي، نه درياه جي دهشت ڌهڪائي سگهي، ۽ نه ڪنهن ڏاڍي جو ڌهڪاءُ ئي ڌهڪائي سگهيو. هو سور ۽ سوز جي باوجود پيارا ۽ مٺڙا گيت آلاپيندو رهيو. ياد ٿو اچي ته هڪ ڀيري اسانجي ڪاليج جي مشاعري ۾ شعر ٿي پڙهيائين، محترم حامي صاحب دستور موجب کلي رهيو هو، ائين ڪندي حامي صاحب ڏي منهن ڪري سرائڪي غزل جو هي بيت پڙهيائين:

"مين روندا هان، تون کلدا هين، کڙا هين سامهڻي سڻ گهن
جتّان تيڏا ولي وارا، اتّان قصه مڪاوڻ ڏي"

ان وقت سندس شعر ڄڻ سندس اندر جي آه بڻجي پيو، جنهن سڀني کي بي اختيار بنائي ڇڏيو. سندس زندگيءَ جي سورن ۽ سختين وارو باب ڄڻ سڀني آڏو کلي پيو، جن سڀني جي احساس کي لوڏي ۽ ڌوڏي، زندگيءَ جي حقائق سان هم آهنگ بنائي ڇڏيو. اهو سرائڪي غزل سندس زندگيءَ جي ڪتاب جو تفسير ۽ نظريهءِ زندگيءَ جو ترجمان آهي. هن جي سوچ ۽ لوچ موت تائين محدود نه آهي. هو ڏک ۽ سک، حسرتن ۽ ارمانن جو پابند نه آهي، پر هو حسرتن کي به ساه ۾ سانڍي رکڻ جي سڌ رکي ٿو:

رهڻ ڏي حسرتان دل وچ، مرڻ جي تون نهين ڏيندا،
مرڻ کولون اڳي، مرقد اتي چادر چڙهاوڻ ڏي.

هو سورن جو ستايل هو، پر ٻاهر ٻاڦ ڪڍڻ نٿي گهريائين. ان جي باوجود درد ۽ سور پيار ۽ پيڙا سندس دل جي گهراين مان ڦاٽ کائي، اڌمو ڏيئي، شعر جي صورت وٺي ٿي بيٺا. هن اکين جو آب سڪائڻ ٿي گهريو، پر نير جا نار بند ٿيڻ جا ئي نه هئا:

ڪرڻ ڏي آه دل کون، آب اکيان دا سڪاوڻ ڏي
اهي موتي محبت دي، لڪاوڻ ڏي لڪاوڻ ڏي.

جيتوڻيڪ سندس اکيون روئنديون رهيون، پر ان جي باوجود هو خوشيءَ جا گيت ڳائيندو رهيو. هن موت سان منهن مقابل ٿي، مهاڏو ڏيئي، ڪيس جواب ڏيئي ڇڏيو هو ته هو پنهنجو پاڻ وڃي امانت پيش ڪندو:

امانت آپ چل ڏيسان، اجل ڪيون هين ڏکا ٿيندا،
کٿي ميڏي کون هٿ لاڪر، نه اپڻا پٽ پٽاوڻ ڏي.
فقط ڳجهڙا دلاسا ڏي، سنڀل وسي اي لاشاري،
اکيان رونديان رهن، دل کون خوشي دي گيت ڳاوڻ ڏي

هن هر حال ۾ اڙل ۽ اڏول رهي، موت تي فتح پاتي هئي. سندس تڙپ ۾ ايڏو ته تاءُ هو، جو سندس پرواز جو ڪو پرو ئي ڪون هو. دانهن ۽ آهن جي باوجود به سندس پرواز ۾ فرق نه آيو:

جي تُر پوسون ته ويسون عرش اعظم اڏ دے وچ چوڙي؛
اڃا ئي ڪوهه هي منزل، ذرا واڳان ولاوڻ ڏي.

---

ڪٿي دل جون آهون، اڏي عرش وڃبو. سلامي ٿي رهندا ستارا اسانجا

هن دنيا جو عجب دستور آهي. جن به هن جهان ۾ حق ۽ سچ جهوليءَ ۾ جهليو آهي، ۽ باطل سان جنگ جوٽي آهي، سختيون ۽ ملامتون انهن جو مرڪ رهيو آهي. رشيد مرحوم به ستايل سرير سان سچ جو ساٿ ڏنو، پر موت ۾ سور ۽ سختيون، مهڻا ۽ ملامتون مليس. ان جي باوجود هن ۾ اعتماد آهي، ۽ پنهنجي حقيقي ڪاميابيءَ جو يقين آهي:

بنايون ٿا جڳ ۾ ملامت جون ماڙيون. اڏيا عرش تي دل منارا اسان جا.

رشيد لاشاري مرحوم عظيم شاعر آهي. سندس ڪلام ۾ فني پختگي، بي پناه رواني ۽ فطري نغمگي آهي. هن جيتوڻيڪ تمام گهٽو لکيو آهي، پر ان جي باوجود سندس ڪيتريون شيون شاهڪار جي حيثيت رکن ٿيون؛ جن ۾ هڪ دکايل دل جي تڙپ آهي، پيار جي پيڙا آهي، سوز ۽ سڪ جي پراثر تصوير آهي، سونهاري سنڌ جي سونهن ۽ سياءَ جا دلپذير نقش آهن، سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ جي نظارن جي عڪاسي آهي، سنڌ جي سهاڄهن جي سياءَ ۽ سيپتا جي ساڃاهه آهي. مطلب ته سندس شعر ۾ سندس زندگيءَ جو عڪس ۽ نقش به آهي، ته سنڌ جي سهاڄهن ۽ اڀوڄهن، سورن جي ستايلن ۽ ڏاڍ جي ڏمڪايان سنڌين جي پيڙا ۽ پڪار به آهي. هن سرزمين سنڌ جو چپو چپو گهميو هو، ۽ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ جي واءَ سواءَ کان واقف هو. هن سنڌ جي ثقافت جو گهرو مطالعو ڪيو هو، ۽ سنڌي زبان جي محاورن ۽ لهجن؛ اصطلاحن ۽ پهاڪن؛ ٺيٺ سنڌي لفظن ۽ سنڌ جي ڳوٺاڻي زبان کان بخوبي واقف هو. ان سان گڏ هن سنڌ جي ڪلاسيڪل شعر جو به نهايت اونهو اڀياس ڪيو هو. انهيءَ ڪري ڪيس سنڌي ڪلاسيڪل شاعريءَ جي سياءَ جي سموري ساڃاهه هئي؛ ۽ قديم سنڌي الفاظن جي استعمال تي عبور حاصل هوس. اهوئي سبب آهي، جو سندس شاعريءَ ۾ سنڌ جي سونهاري سرزمين جي سري توڙي

وچولي، ڪوهستان توڙي ريگستان جون رنگين ۽ دلڪش تصويرون پنهنجي پوري سونهن ۽ سوڀيا سان جهلڪنديون ۽ چمڪنديون نظر اينديون. سندس ڪافين توڙي نظمن، بيتن توڙي گيتن ۾ سنڌي ثقافت جا اڻ مٽ اهڃاڻ ملندا. سندس شاعريءَ ۾ هڪ انفراديت به آهي، ته اها سنڌي شاعريءَ جي سياءُ سان هم آهنگ به آهي. هنڪي ڪلاسيڪل شاعريءَ ۾ به ڪمال حاصل آهي، ته عروضي شاعريءَ جي قواعد ۽ ضوابط کان به بخوبي باخبر آهي.

رشيد لاشاري مرحوم شاعر هجڻ سان گڏ اديب، نقاد ۽ مؤرخ به هو. هن تمام گهڻو شعر به لکيو آهي، ته نثر جي سلسلي ۾ به سندس قلم تمام تيز هليو آهي. سندس مضمونن ۽ مقالن جوته ڳاڻيٽوئي ڪونهي، جيڪي مختلف عنوانن تي لکيل آهن. ڪلاسيڪل شاعري تي تجزياتي نوعيت جون تنقيدون به لکيون اٿس، ته جديد ادب تي تنقيد به ڪئي اٿس. فني تنقيدون به ڪيون اٿس، ته تنقيدن ۾ شعر جو حسن ۽ قبح ڏيکارينڌي فڪري ۽ نظري بحث به ڪيا اٿس. تنقيدي مضمونن کانسواءِ تاريخي مضمون به لکيا اٿس، ته معلوماتي ۽ سوانحي مضمون به لکيا اٿس. ڪيترن ئي مقالن ۽ ڪن ڪتابن جا ترجما به ڪيا اٿس. ترجمن جي سلسلي ۾ تاريخي، مذهبي ۽ ادبي ڪتاب به ترجما ڪيا اٿس؛ ته ڪاليداس جا ڊراما "شڪنتلا" ۽ "نل دمينتي" به ترجما ڪيا اٿس. ڪلاسيڪل شاعري جي سلسلي ۾ شاهه جي ڪيترن ئي سرن جي شرح لکي اٿس، ۽ سچل سرمست جو سرائڪي ۽ سنڌي ڪلام ايڊٽ ڪيو اٿس. ان سان گڏ عروضي شاعرن جو ڪلام به مرتب ڪيو اٿس. ان سلسلي ۾ "ڪايات گدا" شاهڪار جي حيثيت رکي ٿي، جنهن جي مقدمي ۾ عروضي شاعريءَ جون خصوصيتون نروار ڪيون اٿس ۽ شاعر جي ڪلام تي فني ۽ فڪري بحث ڪيو اٿس.

سنڌي شعر جي منظوم اردو ۽ سرائڪي ترجمي ۾ به رشيد لاشاري جو نالو مڃڻي کان مٿانهون آهي. شاهه لطيف جي رسالي جو منظوم اردو ۽ سرائڪي ترجمو ڪرڻ شروع ڪيو هئائين، جيڪو افسوس جو اڌ ۾ رهجي ويو. سرائڪي ترجمو هفتيوار "اختر" (سرائڪي) ملتان ۾ شايع ٿيندو هو. اردو ترجمو به گهڻو ڪري ويو هو، جنهن مان ڪجهه "ارمغان لطيف" جي نالي ڪتاب ۾ ڇپيو آهي. حضرت سچل سرمست جي سوانح ۽ پيغام متعلق اردو ۾ سندس مفصل ڪتاب ڇپيو آهي.

---

**شيخ عبدالرزاق ”راز“**

# جنهنڪي ماريو نه موت

غالباً ١٩٥٦ع جو ذڪر آهي. گرمين ۾ آءٌ ڪراچي ويل هوس. انوقت ڪراچي ۾ دوستن جو حلقو وسيع هو ۽ ڪراچي سنڌي ادبي سنگت جو مرڪز هئي. سنڌي ادبي بورڊ جي آفيس پڻ ڪراچي ۾ هئي. سنڌي سنگت جون نشستون باقاعدگي سان ٿينديون رهنديون هيون. اياز قادري سنگت جو روح روان هو، جنهنڪري سنگت جون ڪچهريون گهڻو ڪري سندس جاءِ تي ٿينديون هيون. سنگت جي نشستن جي لاءِ ٻي جاءِ ميٺارام هاسٽل هئي جتي مرڪي، رباني، حفيظ شيخ وغيره رهندا هئا. هڪ ڏينهن شام جو اياز قادري جي جاءِ تي سنڌي سنگت جي تنقيدي نشست هئي. ڪراچي جا گهڻو ڪري ننڍا وڏا سڀ اديب ۽ شاعر موجود هئا. محمد ابراهيم جويو به انهن ادبي مجلسن ۾ اڪثر شريڪ ٿيندو هو. اهي سکر ڏينهن هئا، جن ۾ سونهن به هئي ۽ سرت به. عبدالحليم جوش ڪي به پهريون ڀيرو مون ان ميٽنگ ۾ ڏٺو. سندس غزل به ٻڌم جي گهڻو پسند آيا. هڪ ٻيو اجنبي شاعر ڏسڻ ۾ آيو، جنهن ڪي مون اڳ ڪڏهن به نه ڏٺو هو. هن هڪ نظم پيش ڪيو، جو فن ۽ زبان جي لحاظ ڪان مڪمل نظم هو. هنجي مايوس ۽ مغموم حسرت منهنجي آڏو هئي. سمجهيم ته ڪنهن احساس ڪمتريءَ ۾ مبتلا آهي. نظم جي آخري شعرن مان محسوس ڪيم ته دنيا جي مصائب ۽ سماج جي ڪوتاهه نظريءَ جو شڪار آهي. نظم ڄڻ هڪ دردناڪ چيخ هو، ڪنهن مظلوم يا معصوم جي سرد آهه. منهنجي پڇڻ تي مرحوم احسان بدوي ٻڌايو هو، جنهن ڪان پڇيم ”هي مسڪين صورت ڪير آهي“ خبر پيئي ته هو رشيد احمد لاشاري هو. مون سندس تصفيفات جو مطالعو ڪيو هو. هن جي علم و فن ڪان واقف هوس، ليڪن اها واقفيت تصنيفات تائين محدود هئي. مون هنکي بنهه خشڪ ماڻهو سمجهيو هو، تنهنڪري هن سان ڪا گفتگو ٿي ڪانه سگهي ۽ نه وري سائنس واقفيت رکڻ جي ضرورت محسوس ڪيم. سندس دل ۾ ڄڻ حسرتن جا انبار هئا. مجلس ختم ٿيڻ تي روايت موجب ريسٽوران ۾ وياسون. آءٌ پنهنجن دوستن جي حلقي ۾ تبادلهٔ خيال ڪرڻ لڳس. رشيد ڪن ٻين اديبن سان ٻيءَ ٽيبل تي

ويٺو هو. ساڳيوئي معصوم چهرو منهنجي نظرن جي آڏو اڀرڻ لڳو، جيڪو مون ڪجهه گهڙيون پهريائين ڏٺو هو. آءٌ پنهنجي دل ۾ هڪ نامعلوم همدرديءَ جا جذبات محسوس ڪرڻ لڳس.

ان کان پوءِ ياد نه آهي ته ڪهڙو سال هو آءٌ ڪراچيءَ ويس ۽ ٻئي ڏينهن تي دستور موجب نئين زندگي جي دفتر ۾ مولانا سنڌيءَ سان ملڻ ويس. مولانا واري ڪرسي خالي پئي هئي. ڀرسان واري ٽيبل جي ڪرسيءَ تي اهوئي ڪوماڻيل چهرو ڏٺم، جو ڪنهن وقت ادبي سنگت جي ڪچهريءَ ۾ ڏٺو هيم. مونکي ڪمري ۾ داخل ٿيندو ڏسي هو يڪدم اٿي بيٺو ۽ نهايت احترام ۽ خلوص سان منهنجي آجيان ڪيائين. آءٌ سندس پرخلوص ورتاءَ کان نهايت متاثر ٿيس. ائين محسوس ڪيم ڄڻ ڪو سالن کان وڇڙيل دوست مليو اٿم. هو مونسان بلڪل پنهنجپائيءَ جي نموني دل جا حال اورڻ لڳو. مونکي ساڻس اڳ ۾ ئي همدردي هئي، تنهنڪري سندس درد جو داستان غور سان ٻڌڻ لڳس. معاشري جو ستايل انسان رشيدلاشاري منهنجي آڏو هو. ان زماني کانپوءِ آءٌ ساڻس وري ملي نه سگهيس. جشن مهران جي موقعي تي ١٩٦٤ع ڌاري هڪ مشاعرو رکيو ويو. ان مشاعري جو انتظام منهنجي حوالي هو. سنڌ جي سڀني شاعر دوستن ڏانهن دعوت ناما موڪليا ويا. مشاعري جي ڏينهن صبح جو سوير منهنجي گهر جي گهنٽي وڳي، آءٌ سمهيو پيو هوس. اطلاع مليو ته رشيدلاشاري صاحب ڪراچي کان آيل آهي. کيس اوطاق ۾ ويهاريو ويو هو. آءٌ نيرن جو تاڪيد ڪري گهر کان اوطاق ۾ آيس. رشيد سان ملاقات ٿي. سندس چهرو بشاش نظر آيم. حالي حوالي ٿيا سون. هو زندگيءَ مان مطمئن هو ۽ انوقت هارون ڪاليج ڪراچيءَ ۾ ليڪچرر هو. هن کي تنگ دستيءَ کان فراغت نصيب ٿي هئي. قريبا سڄو ڏينهن ڪچهريءَ ۾ گذريو. سندس فني خوبين ۽ علمي بصيرت کان چڱيءَ طرح واقف ٿيس. واقعي هو وڏو عالم هو. سندس معلومات جو دائرو وسيع هو. فني معلومات ۾ مونکي هو صف اول جو اديب نظر آيو. شاعريءَ جي فن ۾ به هن جو درجو مٿاهون نظر آيو. منجهس ٻين زبانن سان گڏ سنڌي زبان جي باريڪين جي ڪافي ڄاڻ هئي. افسوس اهو اٿم ته هن سنڌي شاعرن جي فني ڪوتاهين يا ٻوليءَ جي غير صحتمند رجحان تي ڪا تنقيد ڪانه ڪئي. البته مواد جي لحاظ کان هن مضمون ۽ نظرين تي ڀرپور نڪته چيني ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ١٩٦٦ع آءٌ گرمين ۾ ڪراچيءَ ويس. مرحوم کي خبر پيئي ۽ هو مونوٽ پهچي ويو. هو اڪثر روزانو ايندو رهيو. آءٌ به کيس پنهنجي قريب سمجهڻ لڳس. اهڙي نموني هو هر سال مونسان

ڪراچيءَ ۾ ملندو رهيو. پنهنجي ڪلام جي مسودي جي باري ۾ پڻ بارها ذڪر ڪندو رهيو. ١٩٦٧ جي آخر ۾ سنڌس مسودي جو ڪتاب مليو. رشيد مرحوم ڪلام جي انتخاب ۽ ڪلام تي ديباچي لکڻ جو ڪم منهنجي سپرد ڪيو. اهو انتخاب سنڌس مالي مشڪلات سبب شايع نہ ٿي سگهيو.

هن سال اڳ هڪ ڏينهن اوچتو رشيد لاشاريءَ جي درد ڀريل دانهن خط جي صورت ۾ مون تائين پهتي. هو وري بيروزگار ٿي پيو هو. زماني جي حادثات کيس دائم المريض بڻائي رکيو هو. گذريل عيد ميلاد جي موقعي تي ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي مشاعري ۾ ساڻس آخري ملاقات ٿي. هو انوقت روزنامہ مهراڻ ۾ ڪم ڪندو هو. هن هڪ ڏينهن وڌيڪ رهڻ لاءِ اصرار ڪيو ۽ مون مجبوري ظاهر ڪئي ۽ وعدهٔ فردا جي آسري ۾ سکر موٽي آيس. جلدئي ٻئي دفعي ريڊيو پاڪستان جي پروگرام ۾ شامل ٿيڻ لاءِ حيدرآباد ويس. پروگرام ڪانپوءِ رات جوئي ساڻس ملڻ لاءِ مهراڻ جي دفتر ۾ ويس، خبر پيئي تہ هو حيدرآباد ڇڏي هميشه لاءِ فلمي دنيا ۾ داخل ٿي چڪو آهي. هڪ اديب ۽ عالم جو فلم لائين سان باقاعدي منسلڪ ٿيڻ هڪ افسوسناڪ واقعو هو.

سنڌس موت جي المناڪ خبر ٻڌندي دانهن نڪري ويئي. جنهن ۾ "حق مغفرت ڪري" جي آھ پڻ شامل ٿي ويئي. دل ۾ چيم معاشري هڪ وڏي اديب کي موت جي ابدي ننڊ ۾ پهچائي ڇڏيو، جيڪو گذر معاش جي هٿ ڪرڻ لاءِ در در تي ڌڪا کائيندو رهيو؛ جنهن کي معاشي پريشانين دائم المريض بڻائي سنڌس جذبات ۽ احساسات کي سرد ڪري رکيو هو. هو سچ پچ هڪ وڏي شخصيت جو مالڪ هو. هن جي موت کان پوءِ سنڌي شاعريءَ جو هڪ باب ختم ٿي ويو.

---

مري وڃبو ٿيندا پراڻا هڏا پر — نوان هوندا هردم نظارا اسانجا

اسين ڪين هوندا سين پيارن جي آڏو — تڏهن گيت لڳندا هي پيارا اسانجا.

دماغ ودل جو خون ڏيئي، ڪيم آباد صد گلشن — بهار آندم بيابان ۾، تہ دشمن ٿي خزان پنهنجي

ستائي ٿو زمين جو ذرو ذرو آسمان بنجي — وڃي هن حال ۾ ڪاڏي هي جان ناتوان پنهنجي

هئي اميد ڪنهن کي مات ٿي ويندو رشيد آخر — رکي ٿو ڪين شايد وات ۾ هاڻي زبان پنهنجي

(رشيد لاشاري مرحوم)

**نو، شاهين**

# رشيد احمد لاشاري ـ منهنجو استاد

لاشاري قبيلي جو فرد رشيد احمد لاشاري، ننڍي هوندي کنهن سبب خاندان وارن سان ناراض ٿي حيدرآباد هليو آيو ۽ وري واپس نه ويو. خاندان وارن کان وڇڙڻ بعد گهر، اولاد، دوست ۽ ساٿي هئڻ جي باوجود هو پاڻ کي شدت سان تنها محسوس ڪندو رهيو. هن هميشه خود کي ولر کان وڇڙيل ڪونج محسوس ڪيو ۽ محسوس ڪرايو. شاهه ولي الله ڪاليج جي ملازمت وارن آخري ڏينهن ۾ جيڪي خط موڏي لکيا اٿن، انهن جو هڪ هڪ لفظ درد ۾ ٻڏل آهي، ۽ سٽ سٽ ۾ موت جي تمنا ڪيل آهي. انهن ئي خطن مان هڪ ۾ خوش ٿي لکيو اٿن ته موکي پنهنجن عزيزن سڏايو آهي، هڪ دل چاهي ٿي هليو وڃان، اتي منهنجي پيءُ به آهي... انهيءَ هڪ جملي کي اهڙيءَ طرح ادا ڪيو اٿن، جنهن مان سندن مائٽن لاءِ پاڻ ظاهر ٿئي ٿي ۽ انهن سان ملڻ جي تڙپ محسوس ٿئي ٿي. رشيد صاحب هڪ بيباڪ قلب جا مالڪ هئا. پهاڙن سان ٽڪرائيندي به نه گهٻرايا. اهل جنت جي هڪ نشاني سندن سچائي پڌائي وئي آهي. رشيد صاحب ۾ به اها خوبي هئي. ڪنهن سان ڪيتري به ناراضگي هوندي، جڏهن اهو ماڻهو اخلاق سان رشيد صاحب سان ملندو هو، ته سڀ اختلافات وساري اتي ويندا هئا. پوءِ توڙي جو اهو ماڻهو درحقيقت دشمن ئي ڇو نه هجي.

رشيد مرحوم باڪمال شاعر هو. زود نويس هجڻ جي باوجود سندس شعر ۾ بي پناه رواني آهي ۽ تاثر آهي. سندس ڪلام ۾ سنڌي ڪلاسيڪي شاعري ۽ عروضي شاعري جو امتزاج نظر ايندو. هن قديم ۽ جديد شاعريءَ جي هر صنف تي لکيو آهي، پر ڪافيءَ ۽ گيت جو هو بادشاهه هو. شاعر هجڻ سان گڏ هو سٺو نثر نويس به هو. درسي ڪتاب به لکيا اٿس، ته ادبي ڪتاب به يادگار ڇڏيا اٿس. سندس وڏي خوبي اها هئي، ته هر موضوع تي سٺي نموني لکي سگهندو هو.

صاف زبان، صاف قلب رشيد احمد صاحب لاشاري منهنجو استاد هو. خطن ۾ موکي هميشه ”شاگرد رشيد“ ڪري مخاطب ڪندو هو ۽ موٽ ۾ مان به شاگرد رشيد لکندي هيس. حالانڪ پاڻ معني سان لکندا هئا ۽ مان سندن نالي. منهنجي دعا آهي، ته الله تعاليٰ کين پنهنجي قرب ۾ داخل ڪري. آمين



Pampering now will
lead to greed
in later years.
Children emulate.
Wise parents avoid
waste and act prudently.
They save with UBL

UBL UNITED BANK LTD.

PROGRESSIVE BANKING SERVICE

UBL - 82 - 87 - 193 -

UNITED PACKAGES LTD., SUKKUR.

